پياسي ترتي، رمندا بادل

# منهنجي دنيا، هيڪل وياڪل

(ناول)

## سراج



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1989

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ ٽيرهن

ڇپائيندڙ: نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ: نيو فيمس پرنٽنگ پريس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

پهريون ايڊيشن: نومبر 1988ع

ٻيو ايڊيشن: آگسٽ 1989ع

ٽائيٽل ڪئليگرافي: فتاح هاليپوٽو

قيمت: 30 رپيا



---

MUNHINJEE DUNIYA HAYKAL VIYAKAL (Novel) written by SIRAJ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition November 1988. Second Edition August 1989.

# انتساب

سنڌ جي اُن پيڙهيءَ جي نالي
جنهن
اسان جي ڪچيءَ ۾ ڪٽ وجهڻ وقت
اهو به شايد نه سوچيو ته آزاد پکيءَ
کي به پڃري ۾ بند ڪبو ته ڪيس پنهنجي
لات به لائنين لڳندي، ۽ ان
کي وساري وهندو!

سراج

ٻئين ايڊيشن جو

# پيش لفظ

دل ٿي چوي ته هن ناول بابت ٻه اکر پڙهندڙن جي گوش گذار ڪري ڇڏيان. هيءَ ناول مون تڏهن لکڻ شروع ڪيو هو، جڏهن اچا نوڪريءَ جو ڪجهه ڪچيءَ ۾ هو. مون کي ياد آهي ته جن ڏينهن مون ناول پورو ڪيو هو، انهن ئي ڏينهن سان هڪ ڏينهن، ڪن پيارن يارن ۽ دل گهرين دوستن جي هڪ محفل متي هئي. اياز سکرڪان آيو هو. رشيد ڀٽي ساڻ هوس. رباني ۽ تنوير به هئا. پانيان ٿو ته (رسول بخش) پليجو به هو. اسان سڀني جو مهندار محمد ابراهيم جويو ۽ شيخ صاحب (ع.ق) ۽ (شايد) مراد علي مرزا به هئا. ڪن ٻين يارن جا نالا وسرئيم ٿا. ان محفل ۾ نياز پنهنجو هڪ نئون گيت، نهايت درد ۽ سوز سان، سُر ۾ جهونگاري ٻڌايو هو. نياز به ان وقت نوان تجربا ڪري رهيو هو. شاعر ته هوئش ئي غضب جو آهي. پر گيت ۽ ماهيا چوڻ ۾ هن جو ڪو مٽ نه آهي. ان خوبصورت گيت جا ٻول ڪجهه هن ريت هئا.

منهنجي دنيا، هيڪل وياڪل، تنهنجي دنيا، سپ رنگ سانول
منهنجي دنيا، مرگهه ترشنا، تنهنجي دنيا، رمندا بادل!

اها جهونگار اڃا تائين منهنجي هڪ ٽيپ تي محفوظ آهي. مون ان وقت ئي يارن کي چيو هو ته پنهنجي ناول جو نالو رکندس "منهنجي دنيا مرگهه ترشنا!" جڏهن منهنجو ڪتاب "سنڌي ٻولي" ۱۹٦۴ع ڌاري ڇپيو، تڏهن منهنجي دوست ۽ پبلشر احمد (زيب ادبي مرڪز واري احمد) ان ناليءَ جو اعلان به ڪري ڇڏيو. پر ان کان پوءِ ۱۹٦۵ع واري جنگ لڳارائي وئي. اياز ۽ رشيد ڀٽي جيل موڪليا ويا. منهنجو هنيانءُ هڄي ويو. (آءٌ سارتر جي وصف موجب، بنيادي طرح ڪائنر آهيان) لکڻ نه ڪونه ڇڏيم پر ناول ڇپائڻ تان ارواح ڪڄي ويم. لطيف جي روايت وانگر "لکي مٽ ۾ وجهي ڇڏيم!" احمد

منٿون ڪندو رهيو تہ نقل ڪري ڪيس ڇپائڻ لاءِ ڏيان، پر دل مڃي ئي نہ. تورو ڏي وقت پوءِ مولوي عبدالواحد جي "زوراوري" ۽ شمشير جي "ارهہ زورائي" تي ڪين هڪڙي ڪهاڻي "نئين زندگي" لاءِ ڏنم. ڪهاڻي جنگ جي موضوع تي هئي. پر اها ڳالهہ وسري ويم تہ "نئين زندگي" سرڪاري پرچو هو. شمشير جي مجبوري بہ سمجهان ٿو. جيڪڏهن ڪهاڻي نہ ڇپي ها تہ ساڻس شڪايت ڪونہ ڪريان ها. (اڄ بہ ياريءَ جي حجت سمجهي پيو شڪايت ڪريان!). هن ڪهاڻيءَ جي پڇاڙي (ٻہ جملا) بدلائي ڇڏي! ڪهاڻي مري ويئي. سڄو اسپيڪٽ ختم ٿي ويو. ڪهاڻي لکڻ تان ارواح ڪڇي ويو. آءٌ ماٺ ٿي ويس. ڪجھ عرصو تہ لکڻ تي دل نٿي ٿي. ناول ڪي "مٽ مان ڪڍڻ" جو جيڪو حرص ٿيندو هو، سو بہ... ٺڏو ٿي ويو.

ڪجهہ وقت ڪانپوءِ، بيمار ٿي پيس. علاج ڪرائڻ لاءِ لنڊن پهتس. آتي خبر پئي تہ نئين زندگي واري ڪهاڻي (جيڪا شمشير بيضرر بڻائي ڇڏي هئي) ۽ منهنجن ٻين ڪهاڻين ۽ مضمونن جي سرڪاري سطح تي ڇنڊڇاڻ پئي ٿئي. فائيل جو پيٽ پرجي ڦاٽڻ تي هو. ان فائيل ۾ اهي قسطوار مضمون بہ هئا جيڪي "ڪاروان" ۽ "مهراڻ" (روزانہ اخبارن) ۾ ڇپجندا رهيا هئا. (انهن مهربانن مان ٽي چار مهربان مرحوم ٿي ويا آهن. خدا سندن مغفرت ڪري!) ان سان گڏ اردوءَ ۾ جيڪي جُلهون ٿينديون رهيون، سي بہ فائيل جو پيٽ پرينديون ويون. (ڪجهہ سالن ڪانپوءِ ان فائيل جو "ديدار" نصيب ٿيو، تڏهن سڀ حقيقتون سامهون آيون!) خير، جڏهن موٽي آيس تہ ان فائيل جي طفيل ٣٠٣ ۾ نالو اچي ويو. ڏاڍي ڪاوڙ آيم. (مون جهڙا ڪانئر جڏهن ڪاوڙبا آهن، تڏهن وڏيڪ ڦوڪبا شوڪبا آهن!) ان ڪاوڙ ۾ "پڙاڏو سوئي سڏ" لکڻ لڳس. هيڏانهن ٣٠٣ واري انڪواري هلندي رهي، هوڏانهن روز صفحن

جا صفحا لکندو رهيس. اهو بہ عجيب اتفاق ٿيو جو جنهن ڏينهن (۳- اپريل ۱۹۷۰ع) تي ناول لکي پورو ڪيم، ان ساڳي ڏينهن تي نوڪريءَ تان رٽائر ٿيڻ جو پروانو مليو. (ناول نومبر ۱۹۷۰ع ۾ شايع ٿيو هو.)

ان کان پوءِ جيڪي اٿلون پٿلون ٿيون، انقلاب ۽ زلزلا آيا، سي ويجهي تاريخ جو حصو آهن. انهن تي لکڻ جو نہ هي وقت آهي، نہ پاڻ ۾ ان جو حوصلو ٿو ڀانيان. (بنيادي ڪانئرتا ڪا صحتمند علامت نہ آهي!) نئين سر نئين روزگار سنڀالڻ ۾ ڪجھہ عرصو لڳي ويو. ڪجھہ ان ”تگ و دو“ ۽ ڪجھہ ذهني زلزلن وري بيمار ڪري وڌو. مرض اهو ساڳيو هو جيڪو لنڊن گهلي ويو هو. وري ڊاڪٽرن جي حوالي. منهنجي گهر واري سيما ۽ منهنجي هڪ پياري دوست ڊاڪٽر جماليءَ جي گڏيل سازش مون کي هڪ نئون ڊپ ڏياريو. (ڪانئر لاءِ نئون ڊپ بہ ڪاوڙ جو باعث بڻبو آهي.) اهو ڊپ اجا تائين طاري آهي تہ جيڪڏهن لکڻ بند ڪيم، ۽ نہ ڍاڪا پراڻي ناول کي ڇپائيءَ لائق بڻائڻ لاءِ ڪم نہ ڪيم تہ ذهني اڌ رنگ تي پوندم! سخت ڪاوڙ آيم (۽ اجا تائين ڪاوڙ جي زير اثر آهيان!). نتيجو اهو ٿيو آهي تہ سڄو ڏينهن روزگار لاءِ ڳهي ڳهي رات جو لکندو آهيان، ۽ ناول کي درست ڪرڻ جو ڪم اڃا پورو ڪيو اٿم.

جيئن مٿي چيو اٿم تہ ناول جو اصلوڪو نالو ”منهنجي دنيا، مرگهہ ترشنا“ رکيو هوم پر جڏهن درست ڪرڻ ويٺس تہ ڏٺم تہ ٽيڪنيڪ جي لحاظ کان ناول ٽن ڪتابن تي مشتمل آهي: ”ٽرايالجي“ Triology آهي. انهن مان پهرئين ڪتاب جو نالو رکيو اٿم ”منهنجي دنيا، هيڪل وياڪل“ ٻئي ڪتاب جو نالو آهي ”تنهنجي دنيا، سڀ رنگ سانول“ ۽ ٽئين ڪتاب جو نالو نيندو ”منهنجي دنيا، مرگهہ ترشنا!“ سڄي ڪتاب جو نالو پوءِ بہ گهربل هو. ذهن تي نالو تري آيو: ”پياسي ڌرتي، رمندا

باذل" (هن تحريف تي نياز اڳيان شرمندو آهيان. اميد ته هو درگذر ڪندو!) سو "پيامي ڌرتي، رمندا باذل" جو ٻهريون ڪتاب حاضر آهي. ڪڏهن ڪڏهن تاريخ پاڻ ورجائيندي آهي. سنڌ جي تاريخ به شايد پاڻ کي ورجايو آهي. تازين چونڊن ۾ سنڌين هڪڙو فيصلو ڏنو آهي. ان فيصلي کي سمجهڻ ڪا ڏکي ڳالهه ڪانه آهي. سنڌين وٽ نيالي ست قرآن آهي. سنڌين وٽ هڪڙي ٻي به روايت آهي ته جيڪو سنڌن ٻنهه ٻنهنجو هجي، سو سنڌن پنهنجي حوالي سان بي گناهه ماريو وڃي، ان کي وسارڻ هنن جي وس کان ٻاهر آهي. هنن مومن جي دڙي جي ساک تي فيصلو ڪيو آهي. ان فيصلي جي صحيح يا غلط هجڻ جو سوال پڇڻ وارا تاريخ کي وساري ٿا وهن. هو شاهه عنايت شهيد ۽ مخدوم بلال شهيد کي وساري ٿا وهن. سنڌين جا فيصلا نتيجن کان بالاتر آهن. انهن کي جذباتي فيصلا سڏڻ به غلط آهي. اهي سپرد ڳيء جا فيصلا آهن. اهي احساس جا فيصلا آهن. انهن فيصلن کي تاريخ تي ڇڏي ڏٺو آهي ڇاڪاڻ ته لطيف فقط سنڌين لاء ئي هي لفظ چيا هئا ته:

عاشق زهر پياڪ، وهه ڏسي وهسن گهڻو!

تاريخ جو وهه پيڻ ئي سنڌي قوم کي ٻين قومن کان ممتاز ۽ مختلف ڪري ٿو. عجيب ڳالهه رکو اها آهي ته وهه پيڻ کان پوء به نه رکو اسين جيئرا آهيون، پر جيئري هجڻ جي هام به هڻي سگهون ٿا.

سراج

۴. ڊسمبر ١٩٨٨ع

ڀل ٻلاڻ جو ته ڪو ڀيهه ئي ڪونهي، پر هيل جهوڪ شريف جو ميڙو واهه جو لڳو هو. ماڻهو اُئين اچي ڪاهٽ ٿيا هئا، ڇڻ ته وري اِلائي شاهه عنايت جي چاڻنٽ تي اچڻ ٿئي يا نه. سموري سنڌ اُٿلي پئي هئي: ماڻهن تي ڇيو ته پٽ جو ميڙو به ماڻهن کان وسري ويندو. ڪن ته اُئين تي ڇيو ته انگريزن، پنهنجي فتح جي خوشيءَ ۾، ڪامورن کي اک هڻي هئي ته هيل ميڙ اهڙو لڳي جو هيءَ سال ڪنهن کان به نه وسري. ڪن وري اُئين تي ڇيو ته ماڻهن کي پڪ هئي ته هاڻ جو جنگ ختم ٿي آهي ته انگريزن جا ڏينهن به اچي پورا ٿيا هئا ۽ آزادي اجهو ته آئي. آزاديءَ جو اوميڙو ڪندي ڪندي ماڻهن جا نيڻ ٿڪجي پيا هئا ۽ هنن رڳو آزاديءَ جي آسري تي ئي ڇيڇ وجهڻ ٿي گهريا. آزادي ڇا آئيندي، ان جو اونو ڪنهن کي به ڪونه هو. جيتيهن ۾ جڏهن سنڌ بمبئيءَ کان جدا ٿي هئي، تڏهن به ماڻهن سنڌ جي ”آزاديءَ“ تي خوشيون ملهايون هيون. الائي ڇو ماڻهن کي ”آزادي“ ۽ ”ڇوٽڪاري“ جهڙا لفظ ٻڌڻ سان ئي خوشي ٿيڻ لڳندي هئي. شايد انهن لفظن ۾ ئي ڪا اهڙي ڳالهه هئي، جنهن ماڻهن جي احساس جي ڪنهن اهڙي تند کي ڇيڙي ٿي ڇڏيو جنهن مان خوشيءَ جا سر سنگيت نڪرڻ ٿي لڳا. جيتيهن کان پوءِ به سنڌ جي ڀهراڙين کي ڪو فائدو خير ڪو پهتو هو: وڏن وڏن شهري ماڻهن جيڪي خواب ڪين ڏيکاريا هئا، سي ساييان ڪڏهن ٿيندا، سو ڪانئن ڪنهن به ڪونه پڇيو هو. هيل به ماڻهن رڳو اها ڳالهه ٿي ڪئي ته انگريز ويندو ته سموريون بي انصافيون ختم ٿي وينديون. پنهنجا راڳ ياڳ هوندا. پنهنجا فيصلا ماڻهو

باڻ ڪندا. ڪاموري ڪهڙي هينئر انگريزن جي اشاري تي جيڪي ظلم ٿي ڪيا، سي ختم ٿي ويندا. پوليس جو ماڻهن کي سوُ ڏهين ۾ هرويرو ٿي پٽو، سو آزاديءَ کانپوءِ ڪين مجال ٿي ڪانه ٿيندي! وڏي ڳالهه ته هر ماڻهوءَ کي پنهنجو بنيءَ ٽڪر هوندو، پنهنجو صاف سترو گهرڙو هوندو، اسڪول ۽ اسپتالون سندن در تي هونديون، انصاف ٿي انصاف جو دور هوندو! مجال آهي وڏيري جي، جو ڪنهن هاري ناريءَ کي بيدخل ڪري، يا هن جي ننگن ۾ اک وجهي! اڌ بٽئيءَ کان وڌيڪ وڏيري کي ڪجهه به نه ملندو. ٻج ۽ ڏيلون به وڏيري جي ڪندي ٿينديون. هٺ - واٽين ۽ سيٺين قرضن ۾ گرويءَ جي ناليءَ تي زمينن جا جيڪي ڪاتا ڦيرائي ڇڏيا هئا، سي زمينون به اصل مالڪن کي موٽي ملنديون! جيترا هئا وات، اوتريون هيون ڳالهيون. ميڙن ملاکڙن ۾ ننڍا نينگر جوان توتاڙا ۽ بونبو ڪٿيو، عجب جهڙيون ڳالهيون ڪندا وتندا هئا: انگريز هيٺ، انگريز هونئن: ”آزادي اسان جو حق آهي“: ”سوراج وٺي رهنداسون“! الائجي ڪٿان جي ڳالهه ڪٿان وڃي ڪيندا هئا. وڏي ڳالهه ته ننڍيون نيٽيون زالئون به انهن سان گڏ هونديون هيون. سي وري مائين ۽ زالئن جي وچ ۾ ويهي آزاديءَ جي برڪتن بابت اهڙيون اهڙيون ڳالهيون ٻڌائينديون هيون، جو پوڙهيون پڪيون به چونديون هيون: ”مٺو ڪڏهن، انگريج جي اهڙا ڪيس ڪريو وينو آهي ته پوءِ دستگير ڪيندس!“

ميڙي ۾ هونئن ته طرح طرح جي ٽولن جا دڪان، تماشن جون لانديون، چوڏول ۽ چڪرا لڳل هئا، پر هيل هڪڙي لانديءَ بهراڙي جي ماڻهن جي لاءِ خاص دلچسپيءَ جو باعث هئي، سا هئي ”هاري حقدار“ وارن جي. ان لانديءَ ۾ هڪڙي وڏي ميز تي ڪتابڙا ڍڳ ٿيا پيا هئا، جيڪي هڪڙي جوان مڙس مفت پئي ورهايا. هڪڙي ڪرڙوڊ ماڻهوءَ توتاري

سان ماڻهن کي زميندارن جي ظلم ۽ وڏيرن جي هوڙهيائين جون اهڙيون اهڙيون ڳالهيون ٻڌايون، جو ماڻهن کي ڏندين آڱريون ٿي آيون. جيئن پوءِ ٿيئن، انهيءَ لانديءَ اڳيان ماڻهو ڳاهٽ ٿيندا ٿي ويا. هن همراهه جيڪي ڪجهه چيو ٿي، سو هنن مان ڪيترن سان نس پس ائين ٿيندو رهيو هو. پر هنن ڪڏهن به اهو ڪونه سوچيو هو ته ڪو خدا جو بندو اهڙو به هوندو، جيڪو انهن هوڙهيائين جي ائين پڌري پٽ ڀيهي اپٽار ڪندو! هو ته دل جو سور دل ۾ ڪري، درگذر پيا ڏينهن گهاريندا هئا. سڀ کان وڏي ڳالهه اها هئي جو هن ماڻهوءَ ٿي چيو ته جيڪڏهن هاري ناري ۽ پورهيت پاڻ ۾ ٻڌي ڪن ته وڏيرن جون ا ي هوڙهيائون ختم ٿي ٿي سگهيون. حد دخليون ۽ بيدخليون به بند ٿي ٿي سگهيون. چيڙون ۽ ونگارون به ختم ٿي ٿي سگهيون. هاري جيڪي آپائين ٿا، انهن تي حق ئي هارين جو آهي: جيڪو آپائي، سو کائي! اڄ جو هاري ٻنيءَ تي سمورا حصا پتيون ڏيئي، پونڙو چڻدي ٿو اُٿي، سو جي هاري پاڻ ۾ ايڪو ڪن ته ٻنيءَ ۾ به انصاف ٿيندو. ٻج ۽ ڄڄل به زميندار تي، ڪمدار ۽ مُلي جي وَٽ به زميندار تي، هاري حڪما حڪمي پنهنجو اڌ ڪٽي ويندو، ۽ پنهنجي ٻچن لاءِ چــار داڻا آن جا بچائي به سگهندو! جي هاري پاڻ ۾ ٻڌي ڪن ته جن زمينن مان هنن جي ابن ڏاڏن سون آپائي، وڏيرن جي حويلين ۽ ڪوٽن اڏڻ جو سامان ڪيو هو، ۽ اڄ به پنهنجو رت ست ڏيئي، لنديون لتاڙي، خرارن جا خرار آڻي ٿي وڏيرن جي ڪرن ۽ ڳنڍين ۾ گڏ ڪيائون، سي زمينون ئي لاشڪ سندن ميلڪ بڻجي وينديون!

نورل به پنهنجي جيڏن سنگتين سان ميڙو گهمڻ آيــو هو. سگين جي دڪان تان پيڻ لاءِ سگين جــو جوڙو خريد ڪري، هو به اچي انهيءَ هاري حقدار وارن جي لانديءَ اڳيان بيٺو. هن همراهه جون ڳالهيون ٻڌي، هو آتــي ئي جمي ويو

هو: بيلي، هن همراهہ چيو تہ سچ ٿي، پر اهو نظام ڪو بدلجي بہ سگهي ٿو، ان جي هن ڪي پڪ ٿي ڪانہ ٿي ٿي. ان پڪ نہ هوندي بہ، هن جي دل ۾ اها ڳالهہ ڇڻ تہ پٿر تي ليڪ بڻجي ويئي تہ وڏيرا سچي چمار ڪک چني پيٺو بہ ڪونہ ٿا ڪن، تڏهن بہ پرائي مال تي، ٽوپي نراڙ تي بنئيءَ وقت ڪري تي اٿين اڇي ويهندا آهن، ڇڻ تہ سموري آزاتي حق رکو هنن جو ئي آهي، هاري تہ هرويرو نڪ جي ڏاڍائي ڪري پيا پنهنجو حصو گهرن! تڪي جا ڪمدار ۽ ڪاراوا هارين تي حڪم اٿين ٿا هلائين ڇڻ تہ هاري ناري هنن جا زرخريد ٻانها ۽ گولا غلام آهن. پورهيو ڪندي، هنن جا ڪنڌ ڪبا ٿيو وڃن، تڏهن بہ آڪڙ هنن تي! وڏيرو اهوئي پلي وهٽ تي سواري ڪري، بوسڪيءَ جا وڳا پهري، سونا ٻٽڻ پائي، اوطاقن تي ڪچريون نچائي، ست رچيون ڪائي، چار چار شاديون ڪري، ويهہ ويهہ سريتون رکي، شڪار جا شونق ڪري، رچن تي ڪتن جون ٻچون ڪرائي! آخر ڇو؟ پورهيو ڪن هڪڙا، ڪائين ٻهريز پيا، اهو ڪتانہ جو انصاف آهي؟ آخر اهو ظلم ڪيترو وقت هلندو تہ جيڪو لنديون لتاڙي، ڏنگهر جهڙي حياتي گهاري، پورهيو ڪري، سو سدائين سورن ۾: نہ ڀلا رکي جوٺر حي ماني بہ نہ کائي سگهي، پنهنجن سنهن ٻچن ۽ ننگن کي سال ۾ هڪڙو وڳو بہ نہ ڏيئي سگهي، بيمار ٿئي تہ دوا دارونءَ لاءِ ٻائي بہ نہ هجيس، نياڻي آڻاري يا پٽ پرڻائي تہ اهڙو قرضي ٿئي جو اهو قرض سنلس پوٽا پڙ پوتا بہ نہ لاهي سگهن! اٿين سچي عمر ٻاتون ڪائيندي، عذاب جي زندگي گذاريندو رهي— آخر ڇو؟ ان ”ڇو؟“ هن کي منجهائي وڌو هو، ۽ هو وري هاري حقدار واري همراهہ جي ڳالهہ ڪن ڏيئي ٻڌڻ لڳو، جيڪو چئي رهيو هو:

”اوهان مان گهڻن کي خبر آهي تہ هي ميڙو ڇو ٿيو لڳي؟ هيءُ ميڙو ان هستيءَ سان ٿيو لڳي، جنهن کي شاهہ

عنايت شهيد ٿا سڏيون. پر اها به ڪا خبر آٿوَ ته هن کي ڪنهن شهيد ڪيو؟ ڇو شهيد ڪيو؟ هن کي شهيد هن حد جي وڏيرن ڪرايو، ۽ هن کي ان ڪري شهيد ڪيائون جو هن ٿي چيو ته زمين خدا جي آهي، اَن تي حق ان جو آهي، جيڪو ان کي کيڙي! هنن ٿي ڏٺو ته جيڪي زمينون غيرآباد پيون هيون، تن کي هن جي مريدن ۽ فقيرن آباد ڪرڻ شروع ڪيو. جيڪي ڌريون آپاياڻون؛ سو پاڻ ۾ ورهائي ورڇي ڇڏيائون. هنن کان حصو پتي چڪڻ وارو ڪوبه نه هو: زمينون به هنن جون، پورهيو به هنن جو ته اُپت به سڄي جي سڄي هنن جي. حد جي وڏيرن زمينن کي جو آباد ٿيندي ڏٺو، تن کي اها ڳالهه ڏاڍي ڏکي لڳي ته هي هر-هاري، جن جي بدن تي سڄو ڪپڙو به نه هوندو هو، سي انهن سموري اُپت کڻيو ٿي ويا! سو پاڻ ۾ هڏي ڪري، ميڙ ڪٺي وقت جي حاڪم وٽ دانهين ٿي ويا ته، جيڪڏهن شاهه عنايت کي هتان نه اُٿاريو ويو ته سندن هر هاري به سندن زمينون ڇڏي اچي هنن زمين کي آباد ڪندا، يا وري اها گهر ڪندا ته هو جيڪو پورهيو ڪري اَن ٿا اُپائين، ان تي سموري جو سمورو حق هنن جو آهي. ڪلهوڙن جي اڏوري گادي صاحبي هئي. ميان يار محمد وڏيرن جي چوڻ تي فقيرن تي وڏو لشڪر چاڙهي موڪليو. شاهه عنايت جا فقير ۽ پورهيت، جن پنهنجي پگهر جي پورهئي سان، انهن زمينن کي آباد ڪيو هو، جهنگ وڍيا هئا، ڪيڙون ڏيئي سڌو ڪيو هو، پنهنجي رت جو پيجو ڏيئي اَن آپايو، سي هي لشڪر ڏسي، شاهه عنايت وٽ دانهين ٿي آيا. شاهه عنايت کين رکو هڪڙو گفتو چيو: "هيءَ مٽي اسان جي ماءُ جيجل آهي. اَن تان سر ويو ته گهوريو!"

لانديءَ اکيان ميڙاڪو ٿيل ماڻهن ڏي مات ڇانئجي ويئي. جيڪڏهن ڪنهن پڻ پڻ به ٿي ڪئي ته پاسي ۾ بيٺل ڪنهن همراهه ٺونٺ هڻي، هن کي چپ ڪرائي ٿي ڇڏي.

..ٿهن کي چڻ ته ڪنهن اڃاتي احساس هيٺ هڪ اميد جاڳي پئي ته شل شاهه شهيد وري جيئرو ٿي پوندو ۽ هو سندس فقير ٻڌجي، انهن لشڪرن سان دوبدو مقابلو ڪندا. ڪن نوجوانن ٻنان ڪنهن ارادي جي پنهنجي شهپرن تي هٿ پئي لاتا، ۽ سندن بدن چڻ سيتجندا پئي ويا.

”پوءِ خبر آٿو ته ڇا ٿيو؟ وڏي جنگ لڳي، ۽ پوءِ لشڪري ائين ٿي پڳا چڻ ته جنن ڀوتن تي نظر پئي هين! هڪڙا ڪرندا ويا ٻيا انهن کي لتاڙيندا، اوڙانگهيندا، ڀڄڻ جي واٽ ڀلجي ويا.... ۽ ائين ٻورهئي جي طاقت ڏاڍ ۽ ظلم جي طاقت تي فتح پائي وئي!“

ماڻهن کان ٿڌو ساهه نڪري ويو، جيڪو هو چڻ ته گهڻي وقت کان روڪيو ويٺا هئا. هلڪي مرڪ چهرن تي ڪنوڻ لڳي. اکين ۾ عجيب روشني اوتجي آئي. پر هنن جا ڪن اڃا ڪجهه ٻڌڻ لاءِ آتا هئا. ۽ همراهه کنگهڪار ڪري چئي رهيو هو:

”شاهه شهيد جي فتح ساريءَ سنڌ ۾ اٿل پٿل مچائي ڏني: جتي زمينون غير آباد پيل هيون، اتي نت نوان قبيلا لڏي اچڻ لڳا: آبادي ڪري، ونڊي ورڇي کائڻ جي اصول تي ڪيتي سرسيتي ڪرڻ لڳا. هڪ ڪن هنڌن تي ائين به ٿيو جو جاگيردارن ۽ زميندارن کي هارين ٻڌي ڪرڻ ٿي نه ڏني: چي- زمين الله جي آهي، پورهيو اسان جو، اوهان تو ڇا؟ جيڪو اُپائي، سو کائي! اهو اهڙو نئون اُصول هو، جو سوري چوبول تي ويو. وڏيرا ۽ جاگيردار ڪلهوڙن وٽ ويا، نيٺ دهليءَ تائين مغلن وٽ داتهين ٿي ويا. ڪلهوڙن ۽ مغلن جو گڏيل لشڪر وري جهوڪ تي ڪاهي آيو. اهو لشڪر ايترو وڏو هو، ۽ شاهه شهيد جا فقير ايترا ٿورا، جو حدي ويڙهاند ۾ سندن ڪٽڻ ڏاڍو ڏکيو هو. سو هنن مغل لشڪرين تي راتاهن جو اهڙو سلسلو شروع ڪيو جو هنن کي اها به خبر

نه، ڦي پئي ته حملو ڪنهن ڪيو، ڪيڏي مهل ڪيو، ۽ ڪهڙي طرف کان ڪيو. سوين مغل سپاهي پنهنجي ئي پاڇي کان ڇرڪڻ لڳا. فقيرن جا سِر ترڪيءَ تي هئا، ۽ مغلن جون ترڪون سِرن تي! پوءِ هڪڙيءَ رات، راتو رات فقيرن مغلن جي سڄي ڇانوڻيءَ کي چوڌاري سڪل ڏڱهرن جو لوڙهو ڏيئي ڇڏيو. جڏهن سڄو لوڙهو اڏجي ويو، تڏهن فقير خاص ٿهيل لوگهن وٽ کهاڙيون ۽ تراريون کڻي ويهي رهيا. هڪڙي فقير مقرر وقت تي، آماڙي ٻاري ڏڱهرن کي باهه ڏيڻ شروع ڪئي. جڏهن آماڙيءَ واري فقير چڪر پورو ڪيو، تڏهن سموري ڇانوڻي باهه جي آڙاهه جي وچ ۾ هئي! مغل لشڪري پن باهين جي وچ ۾ اچي ڦاٿا: جي نٽا پچن ته سڙي ٿا مرن، جي لوگهن ڏانهن ٿا ڀڄن ته فقيرن جي کهاڙين جو بڪ ٿا ٿين! نيٺ عاجز ٿي، آڻ مڃيائون. ان شرط تي ته هو وري شاهه شهيد جي فقيرن کي نه ڇيڙيندا، ۽ مغل ناظم ۽ ڪلهوڙا انهن زمينن جو پڪو پروانو فقيرن کي لکائي ڏيندا، فقيرن هنن جي جان بخشي ۽ کين لوگهن مان لوهه پائي پڄي نڪرڻ جي اجازت ڏني!

ماڻهن جي وات مان وري به شوڪارا نڪري ويا. ”ابو.. !“ ”صدقي شاهه شهيد تان!“ ”پيلي مڙس ته اهي....!“ ماڻهن اهڙي هيج مان ٿي اهي نعرا هنيا ڄڻ ته پاڻ انهيءَ ويڙهاند ۾ شامل هئا. همراهه وري کنگهڪار ڪئي، ۽ ماڻهن ۾ ماٺ ٿي ويئي.

”پر پوءِ، مغلن، ڪلهوڙن ۽ وڏيرن هڪڙي ڪيڏ رٿي ورتي. پهرين ٺٺي وڃي، مُلن مولوين کان فتوي لکائي ورتائون ته شاهه شهيد ڪافر هو، ۽ جيڪو هاري ناري جهوڪ وارين زمينن تي پورهيو ڪندو، سو به ڪافر ٿي مرندو! جيڪو هاري جاگيردارن ۽ زميندارن کي بٽئيءَ ڪانسواءِ چوٿ، عشر (مغلن جي ڏهين پتي) ۽ بيون واجبات نه ڏيندو، سو به ڪافر

۽ واجب القتل ٺهرائيندو! جڏهن اهي فتوائون هٿ ۾ آيون، تڏهن به هنن کي اها همت نه ٿي جو شاهه شهيد سان وري ڪو سڌو ملهالو مچائين. سو وٺي قرآن ميڙ ڪٺي ويا، ۽ کيس نماز ڪرڻ لاءِ ٺٽي هلڻ جي دعوت ڏنائون. فقيرن شاهه شهيد کي گهڻيون ئي آزيون نيزاريون ڪيون ته ٺٽي نه وڃي، پر شاهه شهيد جهڙي هستي قرآن ميڙ ڪيئن موٽائي، قرآن کي عزت ڪيئن نه ڏي! سو ٺٽي سنبري هليو. ٺٽي ۾ جنهن اوطاق ۾ مهمان ڪري رکيائونس، اُن تي راتو واهه لشڪرين کان حملو ڪرائي، کيس گرفتار ڪرائي، صبح جو ٺٽي جي امير اڳيان پيش ڪيائون. اُتي امير سان شاهه شهيد جيڪي سوال جواب ڪيا، سي تاريخ ۾ سونن اکرن ۾ لکيا پيا آهن. پوءِ نڪي، دو کي ۽ دولاب سان، مُلن جي فتوائن جي آڌر تي، هن سدا ملوڪ مرشد کي شهيد ڪري ڇڏيائون!“

مجمعي جي ماڻهن مان اوچتو درد جي دانهن نڪري ويئي. هنن پانيو ڇڻ ته هنن جو بنهه ڪو پنهنجو ڪونڌر ڪسي ويو. ڪن کان ته ظاهر ظهور اوڇنگارون نڪري ويون. جيڪي ماڻ هئا، تن به پنهنجي اکين ۾ مرچ پوندا محسوس ڪيا. سندن اکيون ماٺ هيون پر سندن دلين ۾ وڏا پوندا ٿي ويا. اجا ماڻهو پنهنجي لڙڪن کي پرچائڻ ۾ پورا هئا ته اوچتو پوليس حو التالو ”هٽو پري، هٽو پري“ ڪندو ماڻهن ۾ ڊوڪي آيو. صوبيدار سان گڏ هڪڙو مولوي ۽ رئيس گهرام خان جو ڪمدار، نبن، پنهنجي ٽن شودن سان، ماڻهن جي ميڙ کي چيريندا اچي تقرير ڪندڙ همراهه اڳيان بيهي رهيا. صوبيدار ميز تي رکيل ڪتابڙا اٿلائڻ پٿلائڻ لڳو. ماڻهن ۾ ماٺ ٿي ويئي. پوليس ڪسي لانديءَ ڏانهن وڌندو ڏسي، آس پاس جي هٽن ۽ لانڍين اڳيان بيٺل تماشبين به ٽڪڙا ٽڪڙا لڙندا آيا.

اوچتو ڪمدار نبن سان گڏ آيل شودن مان هڪڙي، تقرير ڪندڙ همراهه کي ڪٽي ڳتر کان جهليو، ۽ کيس ڌونڌاڙيندي

چيائين: ”ماستر، هي مولبي ٿو چوي ته تون ڪافر آهين، ۽ اسان جي رئيس کي گهٽ وڌ ٿو ڳالهائين!“

ماستر پنهنجي ڪچي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندي چيو: ”مون ڪنهن کي به گهٽ وڌ ڪونهي ڳالهايو. صوبيدار صاحب، ڏسو ته توهان جي سامهون هي همراهه مونسان هٿ ٺوٺس ڪري، هن کي سمجهايو!“

صوبيدار ڪا گهڙي ماستر جي هراسيل اکين ۾ نهاريندو رهيو ۽ پوءِ هن پنهنجي گوڏي سان ميز کي ٺيلهو ڏنو. ميز ڌڪ کائي سوڙي اونڌي ٿي پئي. ميز جي پٺيان ڪرسي تي ويٺل جوان مڙس کي ڇڻ ته اعتبار نه آيو، ۽ هن جي وات مان نڪري ويو: ”هيءَ ڪهڙي شرافت آهي!؟“

هن جا اهي لفظ صوبيدار کي ڇڻ ٽانڊو ٿي لڳا. هن هڪڙي آبتي ڇمات نوجوان کي وهائي ڪڍي. ”رن جا پٽ، اسان کي اشرافت جا ويڻ ٿو ڏين. هڪڙو ته ماڻهن ۾ بغاوت ڦهلائي، غيرقانوني ڪم ڪريو، ٻيو وري ايڏي آڪڙ! اڙي، وٺي هلو بنهي کي ٿاڻي تي ته ڪين اسين ٿا اشرافت سيکاريون!“

[illegible] جي اشاري تي سپاهين اچي ماستر ۽ سندس ساٿيءَ کي ورتو، ۽ ڪين ڪٺيندا، ماڻهن جي وچ مان ديبا استي اٿين کهليندا ويا. ڇڻ ته وڏا ڪي روپوش جوابدار هٿ ڪيا هئائون. ماڻهو ڇڻ ته سراپجي ويا. پوليس ۽ شودن کان ڪنهن ڏيپ ڏاءَ جي بدران هنن جي اکين ۾ بي‌اعتباري هئي، حيرت هئي. اهو سڀ ڪجهه ايترو ترت ۽ تڪڙو ٿيو، جو جيڪي ماڻهو پريرو بيٺل هئا، تن کي ته سمجهه ۾ ئي نه آيو ته ٿيو ڇا. جيڪي ويجها بيٺل هئا، سي به دل ئي دل ۾ هڪي رهيا هئا ته وڃ ۾ پوڻ يا نه. جيسين ماڻهن ۾ ڪو رد عمل پيدا ٿئي، ان کان اڳ ماستر ۽ سندس ساٿيءَ کي پوليس وارا ڌڪيندا، گهليندا، لانڍين جي نشان هليا ويا.

اوچتو هڪڙي پير مرد کان لڏو ٿيو [illegible] نڪري ويو،

۽ هن رڳو ايترو چيو:

"ابا، ڏاڍي جي لٺ کي ٻه مٿا.... سو لفظ پنهنجي ڪنين ڏٺوسين...."

"ڊر ٻه هيڙو قهر ... هيڙو انڌير...." ڪنهن ٽهڪو ڪڍيو.

ماڻهو جڻ ته انهيءَ ٽهڪي جي انتظار ۾ هئا: سڄي ميڙ ۾ ڄڻ پڻ شروع ٿي ويئي. اهي سرگوشيون پهرين هلڪيون هيون، پوءِ ڏاڍيان ٿڻ لڳيون. هڪڙي همراهه ڄڻ بيزار ٿي چيو: "يارو، حيف آهي اسان تي، جو هيڏو ظلم ڏسي ٻه ماٺ رهيا.ون!"

"اسين ڀلا ڇا ٿا ڪري سگهون؟...."

"ڀلي، جي مڙسي ڪريو ته هلو ته هلون ميڙي جي ماجسٽريٽ وٽ.... من ڪو انصاف ٿئي!" ڪو شهري ٿي ڏٺو، جنهن وچ ۾ ڳالهه اڇلائي وڌي. پوءِ اها ڳالهه ڳالهوڙو ٿي لڳي، ۽ ماڻهو هري هري ٿي ماجسٽريٽ جي ڪئمپ ڏانهن وڌڻ لڳا.

* * * * *

نور ٻه پنهنجي سنگتين سوڌو ماڻهن جي انبوهه سان ماجسٽريٽ جي ڪئمپ وٽ پهتو. هونئن ته پوليس جي هوڙهيائن بابت هن گهڻيون ئي ڳالهيون ٻڌيون هيون، پر اڄ جيڪي ڪجهه اکين سان ڏٺو هئائين، تنهن هن کي حيرت کان وڌيڪ مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو هو. پوليس ته چورن، رهزنن ۽ خونين کي ٻڌڻ لاءِ هوندي آهي: هن غريب ماستر ۽ سندس ساٿيءَ سان ها حث ڇو ڪيائون؟ هن اهو ٻه ٻڌو هو ته وڏيرن ... چورت تي هارين نارين کي، پوليس ڪهڙا ڪيس ناهي، ... ويندي آهي. هن ماستر وڏيري جي ڪهڙي ڀلي ماري ... جو پوليس اٿيز ڇو ڪري آئي هئي! هن ماستر ته شايد ... ڳالهيون سچيون سچيون پئي ٻڌايون. ڇا سچي ڳالهه ڪرڻ ... هو ... ڀلا اهو "بغاوت" جو ڏوهه ڇا ٿيندو آهي؟

چا سچي ڳالھ کي نہ بغاوت، ڪونہ ٿـا چون؟ ۽ هن مولويءَ ماستر کي "ڪافر" ڇو چيو هوندو؟ ڪافر تہ واڻين کي سڏيندا آهن. هـي ماستر تہ مسلمين ٿـي ڏٺو. متان شاھ شهيد جون ڳالهيون ڪرڻ ڪفر هجي! يا هارين نارين جي ڳالھ ڪرڻ ۾ بہ ڪفر هجي تہ ڪهڙو شڪ؟ هنجي دل چيو تہ هو ڪنهن کان اهي ڳالهيون پڇي ڏسي تہ ڪير سچو هو، ڪير ڪوڙو؟

ماجسٽريٽ ماڻهن جـو هل هنگامو ٻـڌي پٽيوالي کي موڪليو تـہ خبر وٺي تـہ هي گوڙ ڇا جو هو. پر پٽيوالي جو ماڻهن جو ڇريل انبوھ ڏٺو، سو پاڻ هيسجي ويو. اندر وڃي صاحب کي سڏي آيو. ماجسٽريٽ ٻاهر نڪتو تـہ گهڙيءَ لاءِ ماٺ ٿي ويئي. هرڪو پاڻئين تـہ ٻيو ڪو ڳالھ ڇوري. نيٺ هڪڙي اڌڙوٽ، ڇاپئين ڏاڙهيءَ واري عمراھ همت ڪئي، ۽ هيڪندي سچي ڳالھ سربستي ڪري ٻڌائي. ماڻهن اکيان وري سچو منظر ڦري آيو تہ ڇڻ ڇٽنگ وري ڏکي ٻيئي، ۽ ڇوٻول شروع ٿـي ويو: "ههـڙو اندٻر.... هيڏو ٻيداد!.... انصاف ٿيڻ کپي!"

ماجسٽريٽ ڪا گهڙي ائين بيٺو رهيو. سندس منهن تي فقط بيزاريءَ جو تاثر هو. ههڙا آڙيا ٽڙيا انبوھ هـن گهڻا ڏٺا هئا: هـي ميرا ٻيرا ماڻهو، هـي گوڏيون ۽ ڦاٽل سٿڻيون پاتل ڪارا ڪوجها ماڻهو.... جن کي الائي ڪيترا پيرا سؤ سٿين ۽ سؤ ڏهين ۾ ٻڌندو رهيو هو.... هن پڻ پڻ ڪندي چيو: "وڃو وڃي ميڙو ڏسو.... سرڪار پاڻهي انصاف ڪندي!" ۽ هو اندر وڃڻ لاءِ مڙيو.

اوچتو نورل جـي وات مان لفظ ڇٽي نڪتا "انصاف نہ ٿيو تہ اسين پاڻ ماستر کي ٿاڻي تان ڇڏائي ايندا سين: مڙس مڙس جو مٽ آهي. صوبيدار هوندو تـہ پنهنجي گهر هوندو.... اسين شاھ شهيد جي ميڙي تي ههڙو ٻيداد ٿيڻ نہ ڏيندا سون."

اهي لفظ ٻڌي انبوھ ڇڻ نئين سر چڙي پيو، مچرجي پيو. هن

ڪنڌ ڪان هٿن ڪنڌ تائين ڇهرا لفظ ٻڌجي ويا : ”هائو“.... ”بلاشڪ“.... ”ائين ظلم سهبو ته پاڻ وڏيڪ شير ٿيندا“.... ”هلو ته ٿاڻي تي هلون“.... ”جيڪو ڀاڙي ٿئي، سو هتان ٿي موٽ ڪائي!“

انبوهه جو رويو، ائين، ڳالهه مان ڳالهه ڪڍندي، بدلجندو ٻيڙ ٿيندو ويو. ماجسٽريٽ ”وري ٻيهي رهيو. مار! هي ميرا سيرا ماڻهو ته مرڳو ٿا ميڙو ڦٽائين. هن جي بيزاري حرفت ٻڌجي ويئي. مڇاڻ ڪو وڏو ملهالو نه مڇي. اهو سوچيندي هن چيو: ”بابا، انصاف ضرور ٿيندو، آءٌ تو پاڻ ٿاڻي تي هلان. جي ماستر ۽ سندس همراهه بي گناهه آهن ته پوليس کين ڇو ٻڌندي؟ پوليس ڪي به آخر ڪنهن دانهن ڏني هوندي نه.... خير هلو ته ڏسون!“

ماجسٽريٽ اڳيان، ماڻهو پويان. ٿاڻي تائين پهچندي، ماڻهن جو ميڙ جيئن پوءِ تيئن وڌندو ويو : ڪي ماڻهو رڳو تماشي ڏسڻ لاءِ ته ڪي وري تجسس ڪاڻ اچي انبوهه ۾ شامل ٿيا. ٿاڻي جي ٻنهي اڳيان، انبوهه بيهي رهيو. ڄڻ ته ٿاڻي ۽ پوليس جي ويجهائيءَ کين اوچتو ديڇاري وڏو هو. ماجسٽريٽ ٿاڻي ۾ سڌو صوبيدار جي ڪمري ۾ هليو ويو. ٻاهر ماڻهن جي انبوهه ۾ هڪ چرندڙ پرندڙ مان چانيل هئي. هنن جي چپ ۾ به پڙاڏا هئا— اڇاتا، غير محسوس! جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن تيئن اهي پڙاڏا به آوازبنجڻ لڳا ۽ انهن آوازن جا نوان پڙلاءَ صوبيدار جي ڪمري جي ديوارن مان پار اڪري، صوبيدار ۽ ماجسٽريٽ جي سرگوشين تي ڇانئجڻ لڳا، غالب پوڻ لڳا، ۽ سرگرشيون شڪست ڪائي چپ ٿي ويون.

ماجسٽريٽ ماستر ۽ سندس ساٿيءَ کي ساڻ ڪري ٻاهر آيو. ماستر ۽ سندس ساٿيءَ کي اٿيئي ڇڏي، هڪ نئين بيزاريءَ مان قدم ڪڍندو نڪري ويو. ماڻهو ڪجهه دير هن کي ويندو ڏسندا رهيا. پوءِ هنن نئين سر ماستر ۽ سندس ساٿيءَ کي ڏٺو

جن جا منهن مرجهي پيا هئا. هو حيران هئا ته مندن چوڌارو ايترو ترت ڪيئن مڪن ٿي سگهيو هو. پر ماڻهن جو انبوهه ڏسي هنن کي ڪا ڳالهه سمجهه ۾ اچي ويئي. هنن جي سڄيل منهن تي هڪ ننڍي نڪوري مرڪ ڦهلجي وئي. ان مرڪ ۾ هڪ نئون اعتبار موٽي آيو، نئون اعتماد اچي ويو. انبوهه جا ماڻهو به مرڪي پيا. هنن جي ان گڏيل مرڪ ۾ به هڪ نئين چاڻ هئي، نئون اعتماد هو. ماستر ۽ هنن جي احساس ۾ ان هڪجهڙائي ۾ هنن ڪان اها ڳالهه به وساري ڇڏي ته پوليس سائن ظلم ڇو ڪيو هو. ان ۾ ڪمدار ۽ مولوي ۾ جو ڪيترو هٿ هو؟ هنن لاءِ چڻ وڏيڪ پائدار حقيقت اها هئي ته هنن گڏجي بيداد کي منهن ڏنو هو.

ان احساس هيٺ جيڪو تيڪو پـاڻ وڌي، ماستر ۽ سندس ساٿي ۾ سان پاڪر پائي ملڻ لاءِ آتو هو. نورل جيڏي مهل بي‌اختيار ٿي ماستر کي پاڪر پاتو ته هن کي ماستر جي اکين ۾ اڻ-لکا لڙڪ به نظر آيا. اهو سوچڻ وقت هن کي اهو به محسوس ٿيو ته خود سندس اکيون به آگمجي آيون هيون، ۽ هن جي نڙي ۾ ڪا ڳنڍ اٽڪي لڳي هئي. هو نه ماستر جي لڙڪن جو ڇيد ڪري سگهيو، نه پنهنجي ان احساس جو! ❋

نورل کي هونئن ته ملاکڙي ڏسڻ جو ڪو گهڻو شوق نه هو، پر ماستر سان وعدو ڪيو هئائين- سو اڄ وري ميڙي لاءِ سنبريو هو. شاخ جو ڪئپ ڏيئي، جڏهن هو موري ٽپيو، تڏهن به ماستر بابت پئي سوچيائين. ڪالهوڪو سچو واقعو وري هن جي اکين اڳيان ڦري ويو: ۽ هڪ نئين سمجهه هن جي ذهن ۾ ڄڻ پاڻ لڳي. اڳي جيڪي ڳالهيون هو سمجهي نه سگهيو هو، اهي به ڄڻ ڪنهن ڏنڊ مان هن جي اکين ۾ گهورڻ لڳيون هيون.

انهن خيالن ۾ ٻُڏل هو ته پويان ايندڙ ٽلين جي آواز هن جو ڌيان ڇڪيو. هن مڙي پويان نهاريو: زائفائن سان پريل هڪ ڏکي گاڏي، رستو صاف ڏسي ٽڪڙي ٽڪڙي پئي آئي. گاڏيءَ واري جون هڪلون ويجهيون پونديون ويون. ڏڪن جي ڪچيءَ ۾ بدلي ٽلين جو آواز به ٽڪڙو ٽڪڙو ويجهو پوندو ويو. ”ڪهي ڪهي....“ ڊڊڙ جي هڪ ڪکر مان، هن گاڏيءَ واري جو آواز ٻڌو، ۽ هو رستي جي ٻئر جهلي بيهي رهيو ته جيئن گاڏي مٿي وڃي.

اوچتو هن ”گهُو گهُو.... پين پين“ جو زوردار آواز ٻڌو، ۽ ان سان گڏ موٽر جي ”گهرڙ گهرڙ“ جو آواز ويجهو پوندو ويو. ڊڊڙ جي بادلن کي پويان ڇڏيندي، هن جيپ کي تيزيءَ سان پاڻ ڏانهن ايندو ڏٺو. ڊڊڙ هوندي به هن سڃاتو ته جيپ هلائيندڙ وڏيري گهرام جو پٽ گلڻ خان هو. جيپ ڊڊڙ جا ڌوڙيا اڏائيندي، ڏکي گاڏيءَ جي پويان اچي ڍري ٿي ويئي. رستو بنهه سوڙهو هو، ۽ ڏکي گاڏيءَ کي رستي کان هيٺ لاهڻ جي ڪا واهه ڪانه هئي. هڪڙي پاسي شاخ هئي، ۽ ٻئي

پاسي وڏا وڏا گهانچا، هن ڏٺو تہ گاڏيءَ واري اهڙن ٿورو پنڌ سڌو ڏسي، گاڏي آڏي بيهاري ڇڏي تہ جيپ مٿي مچي جيپ گاڏيءَ جي پاسي کان لنگهي وڃڻ بدران، گاڏيءَ جي پويان بيهي رهي. عين ان وقت وڏيري زور زور سان هارن وڄائڻ شروع ڪيو: ”گهو گهو.... پان پان.... پين پين“ جي آواز سان گڏ، جيپ جي انجڻ مان بہ زور زور سان ”گهرڙ گهرڙ“ جو پڙاڏو آئيو، ۽ جيئن پوءِ تيئن اهو آواز وڌڻ لڳو. ڏڳن ٿهڻ شروع ڪيو، ۽ هڪ گهانچي ڏانهن گاڏيءَ کي گهلڻ لڳا. گاڏيءَ وارو، رينڪي چڪي، ڏڳن کي بيهارڻ خاطر، سڄو ڇوٽي پيئو تي ويو. ان وقت وري انجڻ جي ”گهرڙ.... گهرڙ“ جو زوردار آواز ٿيو، ۽ ساڳئي وقت هارن جي ”پان پان.... پين پين“ جو آواز لاڳيتو انجڻ جي آوازن جي موٽ ڏيڻ لڳو. هن ڏٺو تہ جيپ جو ڊرائيور محض رونشي خاطر زور زور سان انجڻ ۽ هارن مان ڊيڇاريندڙ آواز ڪڍي رهيو هو.

اوچتو ڏڳن سٽ ڏيئي، گهانچي ڏانهن موڙ کاڌو. رينون گاڏيءَ واري جي هٿن مان نڪري ويون. گاڏيءَ جو هڪڙو چاڪ تڙاڪ ڪري گهانچي ۾ لهي بيو. ان پاسي واري ڏاند جا پير ٿڙيا، ۽ گوڏن ڀر گسڪندو، منهن ڀر لڙڪي پيو. گاڏيءَ وارو بہ اڇلجي گهانچي ۾ وڃي ڪريو. ٻہ زائفائون گاڏيءَ مان اڇلجي، ٻٻرَ جي سڪل ڊنگهرن مٿان اچي ڪريون ۽ پوءِ هن ڏٺو تہ جيپ زور زور سان ”پان پان“ ڪندي ڌوڙ جا واچوڙا اڏائيندي لنگهي ويئي. جيپ ۾ ويٺلن جا ٽهڪ هن جي ڪنن ۾ شيهو پگهاريندا ويا.

ڏورل آمالڪ ٽپ ڏيئي گهانچي ۾ لهي پيو. پهرين تہ گاڏيءَ واري همراهہ کي اچي اٿاريائين؛ همراهہ جي مٿي مان رت ٿيندڙيون ڪري پئي وهيو. سندس هڪڙي ٻانهن ٽوٽ وٺان پئي لڙڪي. هن جي هٿ وجهڻ سان همراهہ ڏن دانهن ڪري ويئي. جيئن تيئن ڪري، هن کي سهارو ڏيئي، ٺهڇي

ٿان مٿ ڇاڙهي، ڪيس اتي ڏي ويهڻ جو اشارو ڪيائين ۽ ڀاڻ ڪرڙ ڏنڙو وري گهانچي ۾ لهي پيو. ڍنگهر هڻائيندي، ٻورڻ هن هڪڙي زائفان کي آٿاريو، ۽ ان کي ٻه سهارو ڏيئي، آئي گاڏيءَ جي پِر ۾ ويهاريائين. پوءِ وري ٻي زائفان وٽ پهتو. هن جي ٻانهن ۾ هٿ وڌائين ته هن کان ڪيڪ نڪري ويئي. هن ڏٺو ته هڪڙي سنهي ڪاٺي پچي ڇڀڙ جيان هن جي ڏوري ۾ گهڙي ويئي هئي، ۽ رت زائفان جي چولي جي ٻانهن کي ڳاڙهو ڪندو، ڪرائيءَ کان ٽيندو، هٿ جي آڱرين تائين اچي پهتو هو. نورل پنهنجو پٽڪو لاهي، ٻٽو ڪري هن جي ڏوري جي چوڌاري ويڙهي ڇڏيو ۽ کيس هنج ۾ کڻي آڻي گاڏي واري جي پِر ۾ ويهاري ڇڏيائين. هن کي اتي ويهاري وري گهانچي ۾ لهي پيو، ۽ ڪريل ڏاند کي آٿاري، ٻاچاريءَ وٽان زور ڏيئي ڍڳن کي پوئتي موٽڻ جو اشارو ڪيائين. ڍڳا پوئتي هٽيا، پر گهانچي ۾ لٽل چاڪ مٿي چڙهي ٿي نه. گاڏيءَ ۾ اچا ٻه ٻه زائفائون ڪروندڙيون ٽيو ويٺيون هيون، ۽ ڊپ کان پنهنجي اجرڪن ۾ وڏيڪ ويڙهجي ويون هيون. هنن جو هن جوان مڙس کي اڪيلي سر گاڏيءَ کي پوئتي ڌڪيندي ڏٺو، ته جيئن تيئن ڪري آٿل گاڏيءَ مان هيٺ لهي آيون. ڊپ ۽ حيرت کان سندن اکڙيون ٻه کُلي ويون، پر هنن کي ان جو هوش ڪونه هو. هو وڏي وجهي ڦٽيلن پيڙيون ٽيون!

نورل ٻيو ڪو چارو نه ڏسي، ڪُٺي چاڪ کي ڪلهو ڏنو. زور لائڻ سان هن جي ڪنڌ جون رڳون سيٽجي ويون. هن جي اندر ۾ ڪاوڙ جو ڪهرام متل هو. جيڪڏهن وڏيرو ڳلڻ ان وقت سندس سامهون هجي ها ته هوند کيس خفا خون ڪري وجهي ها! ان ڪاوڙ مان هن وري چاڪ تي زور لاتو، ۽ چاڪ گهانچي جي ڊپ ٽپي، مٿي چڙهي پيو. پوءِ ڍڳن کي ٻچڪاربندو، هو گاڏي پوئتي ڪندو، سنئين پٽ تي وٺي آيو. هڪڙي ڏاند جي جنگهه ڦٽجي پيئي هئي، سو پنهنجي ٽنگ

متي ڪٽي ويٺي رهيو.

هن هڪڙي آڌاڇري نظر گاڏيءَ تي وڌي: گاڏيءَ ۾ ٻه رليون وڇايل هيون. هڪڙي هڙ ٻه نظر آيس، جنهن ۾ ديڳڙي ۽ ٻه ٽي پيا ٿانو ٻڌا پيا هئا. هن هڙ ڪولڻ ٻنان ٿي، هڪڙي پاسي ڪان ڇڪي، هڪڙو وٽو ڪڍي ورتو. شاخ ـان پاڻي پري، هو گاڏيءَ واري همراهه وٽ آيو، ۽ وٽو اڳيان جهلي ويهي رهيو: ڄڻ ڳالهائڻ جي ڪا ضرورت ڪانه هئي. همراهه وٽو هن کان وٺي، ٻه ڍڪ پاڻيءَ جا پري ڇٽي ويٺو: ”پاڻو، تنهنجا لک ٿورا....“

نورل ڪو جواب نه ڏنو. رڳو ڪيس ايترو اشارو ڪيائين ته زالڻائن کي پاڻي پياري. هنن پاڻي پيتو ته ڄڻ ساهت ۾ اچي ويون. هاڻ هنن جي حيرت، اچرج ۽ ڊپ لهڻ لڳو هو. هن ورهي ٻه ڪجهه نه ڳالهايو، ۽ رڳو اشارو ڪيائين ته هلي گاڏيءَ ۾ ويهن. گاڏيءَ واري همراهه کي سهارو ڏيئي، هو گاڏيءَ تائين وٺي آيو، ۽ پوءِ زالڻائن ڪاڻ هڪ پاسي ٿي ويهي رهيو. جڏهن سڀ گاڏيءَ ۾ ويٺا ته هن ڍڳن کي ٻچڪاريندي، ميڙي ڏانهن رخ رکيو. هن اهوئي سوچيو ته ميڙي ۾ ضرور ڪو سرڪاري ڊاڪٽر هوندو جتي هنن جي ملم پٽي ٿي سگهندي. هڪڙو ڏاند ڦنيل هو. ان ڪري گاڏي هري هري ميڙي ڏانهن هلڻ لڳي. ان ماڻائني چال سان ٽلين جو آواز ٻه ماٺو ۽ غمگين ٻڌجي ويو.

خاموشيءَ کي ورهي ٻه گاڏيءَ واري همراهه ٽوڙيو، ۽ پنهنجي سڃاڻپ ڪرائيندي چيائين ته هن جو نالو يار محمد هو. ٻن ڪوهن جي پنڌ تي سندن ڳوٺ ”جُڙئي پنوهر جو ڳوٺ“ هو. پنهنجو زمين ٽڪر هون، ۽ مالوند ماڻهو هئا. مڙئي خير جي پئي گذري. ميڙي گهمڻ ۽ زيارت ڪرڻ آيا هئا.

هن ٻه پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي: نالو نورل هوس. اصل ڪاڇي جا هئا. هن پٽ ۾ لاڙو ڪمائڻ ايندا هئا. ٿاڻي ٻولا

خان ۾ به مائنٽ هئس پر هتي مامن وٽ ترسيل هو، جيڪي سيٺ سيرومل جا هرڙ هاري هئا. هتان ڪوهه ڪن پنڌ تي سندن لانڍيون هيون. هو به ملاکڙي ڏسڻ لاءِ پنڌ پيو هو.

لهندڙ سج، مانڙي ڪري؛ اولهه پاسي لڙندو ويو. گاڏيءَ ۾ موجود ماڻهن مان ڪنهن به نه ڳالهايو. نورل به چپ هو. پر سندس اندر ۾ گهمسان متل هو. وڏيري جي جيپ جو سوچيندي ئي، هن جي اکين ۾ رت لهي ٿي آيو. سندس ڪنن ۾ به رت ڏنئون ڏنئون ڪرڻ لڳو هو. هن جا هٿ ڏکڻ جي ريتن ۾ ايترو زور سان ڪپي ٿي ويا جو هن جون آڱريون به پوسڻ ٿي لڳيون. هن ڪي پنهنجي دل ڦنڊجندي، سيني ڪان ٻاهر اچڻ لاءِ آتي پائنڌڻ لڳي. الائي ڇو، هن کي وري ماستر ياد اچي ويو. ماستر جون ڳالهيون ياد اچي ويون: وڏيرن کي ايڏو بازور رڳو ان ڪري آهي جو هنن کي خبر آهي ته هنن کي روڪڻ ٽوڪڻ وارو ڪير ڪونهي. هاري ناريءَ جي مجال آهي، جو سندس اڳيان ٻڙڪ ٻولي. پوليس ته هونئن ئي هنن جي اوطاقن جي سلامي آهي. حڪومت جا ڪامورا ڪڙا هنن جي گيڏي ۾ پيا آهن. پر به آخر ڪيستائين؟ ماستر ته اهو به ٿي چيو ته جيڪڏهن هاري پاڻ ۾ همراهي ڪن ته وڏيرن جي مجال آهي جو اهي هوڙهيائيون ڪن؟ پر اها همراهي، اها ٻڌي ڪٿان اچي؟ ايندي به الائي نه؟ جيسين ٻڌي اچي، تيسين هي ڪوچرايون ڪيئن بند ٿينديون؟ منٿ ميڙ سان؟ ٻڪو لاهي ڳچيءَ ۾ وجهڻ سان؟ وڏيرن جي ڪٽ اڳيان، پٽڪ تي وهڻ سان؟.

اوچتو نورل جو سڄو بت سيٽجي ويو. نه نه، هوڙهيائيءَ کي هوڙهيائي سڏبو — وڏي واڪ، ماڻهن جي سامهون. پوءِ ڀلي ڪنهن کي ڏکي لڳي. آخر ماستر به ته، سر ٽان سانگو لاهي، وڏي واڪ، سوين ماڻهن جي اڳيان ظلم کي ظلم سڏيو هو. پر پوءِ.... ماستر سان ڪهڙي جٺ ٿي هئي. اها ڳالهه ياد اچڻ سان، هن جي بدن جي سيٺ ڍري ٿي ويئي. وڏيرن سان

ڪوُنسڻ منجھہ عزت ۽ جو ڏپ آهي. هنن جا وهاريل شوڊا، هنن جي ٻاٽارين تي پلجندڙ چور ۽ رهزن حياتي وهڻ ڪري چڙهندا! پر بس، مڙس مڙس جو مٽ آهي. لٺ جو جواب ڏکي سان به ته ڏيئي سگهجي ٿو. ائين ماٺڙي ڪري، مارجي وڃڻ کان ته اها ڳالهہ ڀلي آهي ته چئن شودن کي ماري پوءِ مرجي! ڪجهہ ته ظلم گهٽجندو؟ هن جي بدن جي سيٽ وري موٽي آئي: ها ها، مڙس مڙس جو مٽ آهي. ٺڪي جو ور ڪنهن ملهہ جو سندرو به ٿيندو آهي!

انهن سوچن ئي سوچن ۾ هو ميڙي تائين پهتو. پڇائون ڪري، هن وڃي ڊاڪٽر کي هٿ ڪيو، جيڪو لوڪل بورڊ پاران ميڙي ۾ ڊيوٽي تي هو. ڊاڪٽر زائفان جا زخم ڌوئاري پٽيون ٻڌارايون، ۽ ڪين دلداري ڏنائين ته ڪا خوف جي ڳالهہ ڪانهي: ڪنهن کي به هڏائون ڏک ڪونه لڳو هو. يار محمد جي ٻانهن به ڀڳي ڪانہ هئي، سنڌ کان نڪري پئي هئي. ڊاڪٽر ڳالهين ئي ڳالهين ۾ نورل ۽ ڊريسر جي مدد سان، سٽ ڏيئي، هن جي ٻانهن وري سنڌ ۾ ورائي ڇڏي. يار محمد سور کان سڄو پيلو ٿي ويو. سندس اکين ۾ ڏند ۽ لڙڪ پرجي آيا، پر وات مان ”اونهہ“ به نہ ڪيائين. پوءِ ڊريسر سندس ڪلهي کان ڪرائيءَ تائين پٽيون ويڙهي، سندس ئي پٽڪي مان لڙڪڻي ناهي، ڳچيءَ جي پويان ٻڌي، ۽ يار محمد کي چيائين ته هفتو ڏهہ ڏينهن، ٻانهن انهيءَ لڙڪڻيءَ ۾ لڙڪائي رکندو تہ پاڻهي چڱي ڀلي ٿي ويندي، ۽ سور به لهندو ويندو. جڏهن ملم پٽي پوري ٿي ته پريان دهلاڻين جي ملاکڙي جي ڌمال ڪن تي پيئي.

نورل وري به هنن کي گاڏي ۾ ويهاري، يار محمد جي ڳوٺ ڏانهن موٽڻ جي ڪئي. ميڙي جي وچ مان لنگهندي اوچتو هن جي نظر وڏيري جي جيپ تي پيئي، جيڪا هڪڙي لانڍي اڳيان بيٺي هئي. ڪجهہ ماڻهو به جيپ کي گهيرو ڪريو

بيٺا هئا. هنن لاءِ جيپ ته عجب جهڙي شيءِ هئي. هنن جي منهن تي عجب، حيرت ۽ شايد ڪنهن اجاتي ڊپ جون ريکائون هيون. جيپ هنن لاءِ وڏيري جي شان ۽ دبدبي سان گڏ وڏيري جي وڌندڙ زوراوريءَ جو اهڃاڻ به هئي. جيپ تي نظر پوندي ئي، نورل جو رت رڳي سندس ڪنن ۾ گجڻ لڳو. سندس لوندڙين ۾ ڏڏڪا تيز لڳا. سندس ساٿين ۾ نئين سر سيٽ اچي ويئي.

ماڻهن جا هشام پٺي لانڍين اڳيان آيا ويا. هڪ طرف چوڏولن جو گوڙ گهمسان هو. پٺي پاسي دڪاندارن ۽ گهوڙڻين جون رڙيون هيون. هڪ ويجهي لانڍيءَ مان بينن ۽ مرلين جو گڏيل آواز وراڪا ڪندو پئي آيو. پرپان ڪنهن لانڍيءَ مان رڪي رڪي گهنگهرن ۽ ڇير جو ڇمڪو به ڪن تي پئي پيو. پر اهي سمورا آواز نورل جي ڪنن ۾ زوزات ۽ نوندڙين جي دريا ڪي ماٺو نه ڪري سگهيا. لانڍيءَ اڳيان پهچي، ڏاندن کي ڇڪار ڏيئي، بيهاري، هيٺ لهي آيو. لانڍيءَ جي اڳيان ماڻهن کي هٽائيندو، هو لانڍي جي اڳيان، منهن جي مهاڙيءَ وٽ بيهي رهيو. اندر به تي ڪٿون پيل هيون. ٻيون کٿون خالي هيون: فقط هڪڙي کٽ تي وڏيرو گلڻ، ٻن وهاڻن کي ٽيڪ ڏيو وينو هو. هيٺ ٽڏن ۽ ٺونرين تي ڏهاڪو کن ماڻهو ويٺا هئا. ڪن ڪي ڪانيون ٻڌل هيون، ته ڪي ائين ئي پتلي ماريو ويٺا هئا. هڪڙيءَ ڪنڊ ۾ به همراهه ڏنڊي ڪونڊي ۾ ڀانڊ گهوٽڻ ۾ مصروف هئا. سندن پير ۾ پاڻيءَ جي هڪ ننڍي نادي هئي، جنهن جي ذڪر متان ذڪر جون ٻه ڇلون رکيون هيون.

نورل هڪل ڪئي: ”وڏيرا، توکي حياء ڪونه ٿو ٿئي جو ائين راهه ويندن مان کوچرايون ڪندو وتين؟ ڏس ته تنهنجي هوڙهيائيءَ ڇا ڪيو آهي. هن مڙس ماڻهوءَ کي ته ڪٿي ڇڏ، ڏس ته هنن زالفائن جو ڪهڙو حال ٿيو آهي! اهي به

ڪنهن جا ننگ آهن. جيڪي جا مالڪ ٿيا آهيو ته ان جو اهو مطلب ڪونهي ته راهه ويندن کي ماريندا وتو. ڪجهه ته شرم حياءَ ڪريو ها!“

هن جي هڪل تي ماڻهو آهستي آهستي هن جي پويان گڏ ٿيندا ويا. ۽ پوءِ ماڻهن پوئتي نهاري، ڏٺو گاڏيءَ ۾ ويٺل يار محمد کي ڏٺو، جيڪو ڪچيءَ ۾ ٻانهن لڙڪايو ويٺو هو، مٿي تي به پٽيون ٻڌل هئس. هن جي نظر زائفائن تي به پئي، جن جا ڪپڙا رت جي داغن هاڻا هئا. هن جون نظرون وري لانڍيءَ اندر موٽي ويون، ۽ هن آتي وڏيري گلڻ خان کي وهاڻن تي ٽيڪ ڏيئي ويٺل ڏٺو: نظرن جي اها موٽ، هن ۾ ڪا سمجهه ڪٿي آئي. گهڙي دير اڳ، جا حيرت ۽ حشمت هنن وڏيري ۽ سندس جيپ لاءِ محسوس ڪئي هئي، هاڻ ان جي بدران ڪا اچاتي نفرت، هنن جي اندر ڏي اندر لهرون هڻڻ لڳي. ماڻهن ۾ سُس پُس ۽ چڻ پڻ پئجي ويئي. ”ادا، پيٽ-پرائي ان کي چئبو آهي!“ ڪنهن چيو: ”پاڻو، ان کي غريبان مار چئبو آهي!“ هڪڙي پرئي مڙس زور سان ڪانگهارو ڪيندي چيو: ”هڙن سان اها ڪار ڪجي جو ڪارو منهن دانگيءَ سان ڪري، گڏهه تي ابتو چاڙهي گهمائجين!“

وڏيرو اهڙو ڪچي، جهڙي پٽ. وهاڻن تان مٿيرو ٿي، ننگون هيٺ لڙڪائي، ڦڪائي لڪائڻ لاءِ ڪجهه چوڻ تي هو ته سندس همراهن مان هڪڙو ڪانپ ڇوڙي آئيو، ۽ پاسي ۾ رکيل لوڙهه ڪٺي، گار ڏيئي، نورل تي آلر ڪري آيو. ڪجهه ماڻهو هيسجي پوئتي هٽي ويا. پر نورل وار پنهنجي هٿ تي روڪي، سٽ ڏيئي، لوڙهه شودي کان ڦري ورتي. پوءِ لوڙهه کي، گوڏي تي هڻي، ٻه ٽڪر ڪري، اچل ڏنائين ته پئي ٽڪر وڃي وڏيري جي لڙڪندڙ پيرن وٽ پيا. ٻيءَ گهڙيءَ حملي ڪندڙ همراهه سان پڪڙ پئجي ويو. سندس آبدائي ۾ هٿ وجهي، ڪٺي مٿي ڪيائينس، ۽ ڪيس اهڙي اچل ڏنائين جو

منهن ۾ اچي مانهن منجهه ڪريو. مانهن کي الائي ڪاوڙ هئي يا روشنو سمجهيو، سو ڪنهن لت هنيس ته ڪنهن ٻجو- ...ٽ ستان تي ويئي.

مانهن جي ان گوڙ ۾ وڏيرو آئيو. ساڻس گڏ ٽي همراهه ... آئيا. چارئي چٽا ڪلها هڻندا اچي جيپ تائين پهتا. وڏيري ڪلڻ ترڙڪڙ ۾ جيپ اسٽارٽ ڪئي. جيپ جي ”گهرڙ.... گهرڙ“ تي مانهو هٽي پاسي ٿيا، ۽ جيپ تيزيءَ سان، جهٽڪو ڏئي اڳيان وڌي ويئي. مانهو وڏيري ۽ سندس مانهن کي، ڪا گهڙي ويندو ڏسندا رهيا. پوءِ اوچتو هنن کي وڏيري جو شودو ياد اچي ويو، ۽ نئين سر ڏڪن ٻجن سان ورائي ويس!

ڪنهن چيو: ”ابا، تون ته انب شيدي واري آچل ڪري آيو هئين؟ هائي چو مکر ڪري ڪٿي مات ڪئي اٿئي؟!“

شودو مانهن کي پانهون ٻڌڻ لڳو: ”بيلي، مون کي بشڪ ڪريو. قرآن ميڙ اٿوَ، نياڻين ميڙ اٿوَ، مون کي بشڪ ڪريو!“

انهن لفظن تي سمورا هٿ روڪجي ويا. هڪڙي پوڙهي مڙس چيو: ”بابل! وڏيرن جي ڏکر پور تي پلجڻ وارن سان مانهپو موڪلائي ويندو آهي، ۽ باقي بچندا آهن ههڙا سوئر! سو هاڻ ڇڏيوس ته وڃي مانس کي ڪو يار وٺي ڏئي!“

نورل مانهن جي گوڙ مان هلندو، ڏگهي گاڏيءَ تائين آيو، ۽ ڏگهن کي ٻچڪاريندو، گاڏيءَ کي رستي تي ڪاهي آيو. ❋

جُڙئي پنوهر جو ڪوٽ، سنڌ جي انهن ڳوٺن مان هو، جتي زندگي اڃا لوڙهن ۽ ڍنگهرن ۾ گهيريل هئي. انهن لوڙهن ۽ ڍنگهرن پويان، ماڻهو ۽ مال گڏگڏ ڪاريندا هئا؛ جتي ماڻهن جي ٽڪلن ۽ سڌ واڪي سان گڏ ماهي ۽ ڳائي مال جون رنڀون، ٻڪرين ۽ رڍن جا ٻيڪڙات ۽ پکن وهڻن جون ٽنڪارون صبح جي آجيان ڪنديون هيون؛ ڇڙن ۽ ٽلين جي لاڳيتي ٽلڪار، پري ڪان ايندڙ نڙ جي لئه جي پس منظر ۾ شام کي الوداع ڪندي هئي. ڳوٺ جي ماڻهن جي حياتي کير جي ڳوهن وانگر اڇي آجري ۽ پوتر هئي: ان جو هر آواز، ڪنهن نه ڪنهن طرح، زندگيءَ جي اڇي اجري هجڻ جو آواز هو، ۽ اهي اڇا اجرا آواز ماڻهن جي دلين ۾ نيڪيءَ ۽ خير جا نياپا کڻي ايندا هئا، ۽ اهي نياپا محبتون بڻجي وڃندا هئا. پنهنجائپ ۽ ماڻهپي جون روايتون بڻجڻ لڳنديون هئا.

ائين ڇو هو؟— اهو ڪنهن به نه سوچيو هو. پلا، پلائيءَ لاءِ به ڪو سبب سوچيندو آهي. البت پيرسن چوندا هئا ته، ”ابا، هت ماڻهو آهن سڀ پاڻيرا ۽ پاڻ-وهيڻا، ڪو ڪمدار ڪڙو ڪونهي جو وڏيري پاران ڪوجهايون ۽ ڪُريتون ڪري، ڪو مالڪ ڪونهي جو ماڻهن کي نوڪر ۽ غلام سمجهي، ڪو مجيري ڪونهي جو وڏيرپ ويڙهائي ڇيڙا نبيرا ڪري، ۽ وڏي ڳالهه ته ڪو وڏيرو ڪونهي جو پرائي پورهئي تي پرمار ڪري هڙ ڪڻي وڃي، ۽ هاريءَ کي سڪڻو ڇڏي، سندس ماڻهپي کي به ٻهاري وڃي! هت ته هڪڙي ابي ڏاڏي جو اولاد آهي، هر ڪنهن کي پنهنجو ٻارو ٻني آهي، پنهنجو مال آهي، پاڻ آپائي پاڻ ڪائي يا پتاري مال کي ڪارائي—— ٻوءِ

ڀلا ٻچڙايون ڪن ٻہ تہ آخر ڇو؟"

پر نيٺ هڪڙو وڏيرو جڙڻي ڀنوهر جي ڳوٺ ۾ ٻچڙائي ڪٺي آيو، ۽ ڳوٺ جي محبتي ماڻهن کي سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو تہ ان ٻچڙائيءَ کي ڪيئن منهن ڏين. ٿيو ائين جو تر جو وڏيرو گهرام خان يار محمد کان سندس پيڻ مهروءَ جو سڱ پنهنجي پٽ گلڻ خان لاءِ گهرڻ ڪاڻ چڙهي آيو، ۽ چئي ويو تہ هو انڪار ٻڌڻ جو عادي ڪونهي!

يار محمد تہ ساڳي جيپ ڏسي ٻاهہ ٿي ويو هو. پر تڏي تي آيل مزمان سان ٺيڪو منٿو ٺيڻ هنن جي پڙ ڪاڻ هئي. هنن جي پڙ تہ اها هئي تہ جي ويري بہ تڏي تي لنگهي اچي تہ هن کي مانُ ڏيو. ڪٿون وڇائي، هن مزمانن کي ويهاريو، ۽ خوش خبرعافيت ڪان پوءِ جڏهن مانيءَ جي صلاح هنيائين، تڏهن وڏيري گهرام خان پنهنجي شهپر کي وٽ ڏيندي چيو: "يار محمد، مانيون بہ کائيون، پر پهرين پرڻي مڙس جيوڻ خان کي گهرائي وٺ تہ ڪچهرڙي ڪريون. پوءِ بہ جي زور پريندين تہ مانيءَ جا بہ گراهہ تنهنجا ڪونہ موٽائيندا سون!"

جيوڻ خان نہ رڳو ڳوٺ جو چڱو مڙس هو پر يار محمد جو سڳو مامو پڻ هو. ڳوٺ جي گهرن ۾ سڀ کان غريب جيوڻ خان جو گهر هو، پر مان مريادا ۾ هو سڀني کان شاهوڪار هو ۽ هن جو چيو موٽائڻ جو ڪنهن سوچيو بہ ڪونہ هو، ڇاڪاڻ تہ سڀني کي اهو يقين هو تہ جيوڻ خان جيڪو فيصلو ڪندو، سو ڏکيو ڪٺي هجي بہ سهي، پر هوندو انصاف ٿي انصاف. سڱابنديءَ جا سمورا نبيرا بہ جيوڻ خان اهڙا ڪندو هو جو سڀڪو کلندي مرڪندي قبول ڪندو هو. پنهنجي ڇوڪري جو مڱڻو، پنهنجي ڌي پائڻيءَ سان رڳو ان ڪري ٽوڙي ڇڏيائين جو پائس ڏي ميرڻ وارن جو بدو رهيل هو، ۽ پائس وٽ بدي جي قول پاڙڻ لاءِ رڳو اهائي هڪڙي نياڻي هئي [illegible] ڪا نہ هوندي ٿي بقس سان مڱائي ڇڏي هئائون. مڱڻي

ٿنڍ جو پٽس تي اهو اثر ٿيو جو جهنگ مُنهن ڪري هليو
ويو، ۽ وچي شهر جي ڪارخاني ۾ مزوري ڪيائين ۽ وري
ڳوٺ جو منهن نه ڏٺائين.

جيوڻ خان خوش خيرعافيت ڪري، سامهون ڪنولي تي
ويهي رهيو. هو منجهي پيو هو ته آخر رئيس گهرام خان ڪيئن
پنڌ پيو هو. ڏر ۾ گهرام خان جي ڪا نيڪي ڪانه هئي.
ذات چور، لنب ۽ شودو هن جي اوطاق جو سلامي هو. اوڙي
پاڙي ۾ چوري چڪاري ٿيندي هئي ته پيري پير کڻي اچي
گهرام خان جي اوطاق تي بيهندا ۽ پاڳيا پَنگ ڏيئي پنهنجو
مال ڪاهي ويندا هئا ۽ ڏينهن جا ڏينهن رئيس جا مزمان ٿي
رهندا هئا. ماڻهن جي ٻڌ-چوڙ ۾ رئيس جو نالو کڻي بس ڪر.
دنگئي وڏيرا هن کان اهڙو ونئن ويندا جو ڪنهن مهڙي ملا کڙي
۾ يا شادي مراديءَ تي مڪا ميلو ٿيندو هون ته پاڻ ته پيرن
هيٺان ٿاندو اچي ويندو هئن! وڏيري خان محمد وارو سامرو سيني
کي ياد اچي ويندو هو: ٿيو هيئن جو وڏيري خان محمد وٽ
هڪڙو بُلڊاڪ ڪتو هوندو هو، جنهن جو نالو ئي رکيو هئائين
"شيرل". هونئن ته رئيس گهرام خان وٽ ڪتن جي لوڌ هئي،
پر جڏهن کان وڏيري خان محمد جي "شيرل" جي ناموس ٻڌي
هئائين، تڏهن کان هن جو سُک ڦٽي پيو هو. هن نياپا سنيها
موڪلي، وڏيري خان محمد کان ڪتو گهريو. ڏهه هزار به
آڇيائين، پر وڏيري خان محمد نه مڃيو. هيڪاري جڏهن وڏيري
خان محمد پنهنجي وياڻهن جي خوشيءَ ۾ ريڇ ۽ ڪتن جي
ويڙهه ڪرائي ۽ وڏيري گهرام پنهنجي اکين سان اها ويڙهه
ڏٺي، تڏهن کان ته "شيرل" لاءِ هن جي تقاضا چوٽ چڙهي
ويئي. ريڇ چئن پنجن پُٽان تازي ڪتن کي واري واري سان
ڌڪ ئي هڪڙو هنيو ۽ ڪتا ڪيڪڙات ڪندا، پُڇ ٽنگن ۾
ڏئي گولي ٿي ويا. پر جڏهن خان محمد "شيرل" جي ٻڌي
سان زنجير ڪڍي تڏهن شيرل ريڇ کي اٿين چنبڙي ويو، چڙ

رڇ نه پر ڪو لومڙ هو. رڇ گهٽائي ڪيس چنبا وجهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ”شيرل“ وچي نڙ گهٽ ڪان ورتس. جيڪڏهن وڏيرو خان محمد سبنڊ وجائي شيرل کي نه سڏي ها ته لاشڪ رڇ پورو ٿي وڃي ها. ”شيرل“ سبنڊ جو آواز ٻڌو؛ گهڙي کن مُنجهي بيهي رهيو ۽ فيصلو نه ڪري سگهيو، پر پوءِ اُمالڪ رڇ جي نڙ گهٽ مان وات ڪڍي، پڇ لوڏيندو خان محمد ڏانهن موٽي آيو! واه واه ٿي ويئي، ڪُوڪريا پئجي ويا. رڇ رت ڳاڙيندو، رنيون ڪندو ڪيلي جي چوڌاري ڦيرموٽيءَ وانگر ڦرندو رهيو، ۽ پوءِ اوچتو ويهي رهيو. ڪهيري ڊڪ پائي رڇ ڏانهن ڀڄتو ۽ کيس اٿارڻ جي ڪوشش ڪيائين پر رڇ اٿڻ جي نه ڪئي. ڪهيري ڪا گهڙي پنهنجي چيتاڙيل رڇ کي ڏسندو رهيو ۽ پوءِ موٽي آيو ۽ ڪنڌ جهڪائي وڏيري خان محمد اڳيان بيهي رهيو. هن جي اکين مان ڳوڙها پئي وهيا، ۽ اوچنگارن کي روڪڻ ڪري سندس ڪلها پئي ڏڏيا. وڏيري خان محمد کيسي ۾ هٿ وجهي ڳچ جيترا نوٽ ڪڍي ڪهيريءَ کي ڏنا ۽ پوءِ پيار مان شيرل جي ريشمي لسي کل تي هٿ ڦيرائڻ لڳو.

گهرام خان سٽ ڏيئي اٿيو، خان محمد ۽ ”شيرل“ جي ڀر ۾ اچي بيهي رهيو. گهڙي کن ”شيرل“ کي ڏسندو رهيو، ۽ پوءِ خان محمد کي چيائين: ”شيرل“ توکان گهري ٿو وٺان، پئسا جيڪي چوندين سي ڏيندس— ويهه هزار، پنجويهه هزار، وڌ ۾ وڌ ٽيهه هزار— پر ”شيرل“ مونکي ڏي!“

خان محمد رکو ايترو چيو: ”رئيس ’شيرل‘ جي ڳالهه تان لهي وڃ. منهنجي تڏي تي آيا آهيو، سي اوهان جا لک ٿورا، پر ’شيرل‘ ۾ منهنجو ساهه اٽڪيو پيو آهي!؟“

”ته چئبو ته تون ڪتو ڪونه ڏيندين؟“ گهرام خان جي آواز ۾ هڪ عجيب سختي اچي ويئي.

”رئيس، ٻيو جيڪو ڪتو چئين، سو تنهنجي ميلڪ

آهي پلي ڪاهي وڃ، باقي ’شيرل‘ ڪونہ ڏيندس!“
”خان محمد، ڏسجئين متان پـوءِ پڇتائين.... آءٌ سياڻي ڏائين انتظار ڪندس. جي ’شيرل‘ مون وٽ نہ پهتو تہ پوءِ مون تي ميار ڪانهي!“ ائين چئي رئيس گهرام خـان پنهنجي همراهن سان گڏ چڙهي نڪتو. مانيءَ لاءِ بہ ڪونہ ترسيو.
ان ڏينهن کان پوءِ، ترو ۾ چوبول تي ويو تہ خان محمد جي ڳوٺ ۾ ڌاڙو لڳو آهي. خان محمد وارن جا بہ همراه آڪٽ مارجي ويا ۽ چار چٽا ڌڪجي پيا.... ۽ ڌاڙيل خان محمد جي نياڻي بہ کڻي ويا! پوليس ڪمانيءَ جاءِ واردات تـي پاڻ اچي منزل ڪئي. هفتو ڏهہ ڏينهن آسي پاسي ۾ پوليس رڻ ٻاري ڏنو. ڌاڙو بہ خان محمد وارن جو لڳو، شڪ ۾ ماڻهو بہ خان محمد وارن جـا ٻڌا. خان محمد پـاڻ پوليس ڪمانيءَ کـي سڏو سنواٽو چيو تہ منهنجو شڪ گهرام خان ۾ آهي، پر پوليس ڪمانيءَ کيس سمجهائيندي چيو تـہ ان ڳالهہ تان لهي وڃي نہ تہ ڳالهہ مان ڳالهوڙو ٿي پوندو، ۽ کيس ڌاڙي جي بدران پانهن ڪچهري جو نهندو. ماڻهو چوندا تہ پانهن پاڻ پڇي ٿي نڪتي تہ ٽرين ۾ جهيڙو ٿي پيو. خان محمد رت جو ڍُڪ پي، چپ ٿي ويو. جڏهن پوليس وئي، تڏهن خان محمد کي نياپو ٿيو تہ پانهن ورائڻي اٿئي تـہ ”شيرل“ پهچائي، پنهنجي امانت وٺي وڃ! پوءِ جيڪي ٿيو، تنهن تہ ماڻهن جا وات پٽي ڇڏيا. چون ٿا تہ خان محمد پاڻ ”شيرل“ جـي زنجير جهلي انجام واري هنڌ تي پهتو. ڪتو ڏيئي، پنهنجي پانهن موٽايائين پر تڏهن بہ ڳوٺ اڪيلو پهتو. ڪن چيو تہ پانهن ڪانہ موٽي، تہ ڪن وري چيو تہ خان محمد پنهنجي هٿن سان نياڻيءَ کي ڪهاڙين سان ڪٽيو، ۽ پنهنجي هٿن سان کڏ کوٽي، کيس پوري، پوءِ ڳوٺ پهتو. ان ڏينهن کان پـوءِ ڪنهن ماڻهوءَ سان خان محمد کي ڳالهائيندي ڪنهن ڪونہ ڏٺو. جي ڳالهائيندو هو تـہ رڳو پنهنجي ڪتن سان يا وهٽن سان!

جيوڻ خان کي اهي ڳالهيون ياد آيون ته سندس هنئين ۾ هڏڪ پئجي ويو. خدا خير ڪري، هن زهزن جو اسان ۾ الائي ڪهڙو ڪم پيو آهي! هن ڳالهه خان جي هوڙياڻيءَ واري ڳالهه به ٻڌي هئي: اهو ته، تي نه تي سگهيو ته ڪو رئيس گهرام خان پٽ جي خطا بخشائڻ آيو هجي، ته به ڪهڙو ڪم هوندس اسان ۾! اسين غريب سڀهي جي ڪُتا، هن ٻگهڙ جو اسان سان ڪهڙو ڪم!

"رئيس، ڀلا پيو ته مڙئي خير آهي نه؟" جيوڻ ڳالهه جو پير ڪٽڻ لاءِ چيو.

"ها ها، جيوڻ خان، مڙئي خير آهي. سوچيوسون ته پاڙي ۾ ويٺا آهيون. پاڙو نبين ڪي به پيارو هو. پاڙي جا ننگ اسان جا پنهنجا ننگ آهن. متان ميار ڏيو ته ميان گهرام خان پاڙي ۾ ويٺو آهي، پر اسانکي اڌ تي به ڪوبه پڇي. ڪمدار وڏي ڪان پڇي ڏس. اسان پاڻ ڪيس چيو ته جيوڻ خان وارن وٽ پيرو ڪجي. ڪيئن ڪمدار؟" رئيس گهرام خان پنهنجي ڪمدار ڏانهن نهاريو به ڪونه. سندس اک اها ئي جيوڻ ۾ ڪُتل هئي.

"بروبر، رئيس جن پاڻ ڳالهه ڪئي ته جيوڻ خان وارن ڏي پيرو ڪجي." ڪمدار سُر وناڻيو.

"ڀلي ڪري آيا، جيءُ ڪري آيا، اسان جون اکيون ٺڏيون؛ ڀلا هاڻ اجازت ڏيو ته ڇوڪرو ماني رڪائي. ابا يار-محمد ماني رڪائي وٺ!"

"هائو ماما، بس ٺون رئيس ڪي هٿ ڏئار تـه آڏون ٻيٺي پير ماني ڪٽي ٿو اچان!" يار محمد مامهنس ڏانهن اهڙين نظرن سان ڏٺو، جيڪي خود جيوڻ کي به سمجهه ۾ نه آيون.

مانيءَ تي رئيس گهرام خان جيوڻ ۽ يار محمد کي زوريءَ پاڻ سان پنهنجي ڪٽ تـي وهاري ماني کائڻ لاءِ چيو. ماني کائيندي، گهرام خان چيو: "جيوڻ خان، اسان کي ته ڪمن ڪارين سان واندڪائي ڪانه تي ملي. ڳالهه هيءَ آهي ته پتم

اڃي وهيءِ چڙهيو آهي پانيان ته هاڻ پرٽايانس.“
گراهه جيوڻ جي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيو ۽ ذري گهٽ آٽوڙيو هو. گيتون ڏيندي چيائين: ”اها ته چڱي ڳالهه ويچاري اٿو. آءٌ پاڻ ان خيال جو آهيان ته ڇوڪرن کي مڇن جي ساوڪ اچي ته پرڻائي ڇڏجن. گهڻين بڇڙاين کان بچي پوندا.“
”برابر. انسان آهي شيطان جو گهر ۽ پير تـه آءٌ بـه اچي پيريءَ کي پهتو آهيان. الله سائينءَ اهو ڏي هڪڙو پٽڙو ڏنو اٿم. پانيان ته اهو ڪم آڪلائي وٺان.“
”جي جي....“ جيوڻ کان وڌيڪ ڳالهائڻ نه اڪليو.
”يار محمد تنهنجي ڇا صلاح آهي؟“ رئيس اوچتو يار محمد ڏانهن مهاڙ ڪندي چيو.
”رئيس، آءٌ ڀلا ڪهڙي صلاح ڏيندس! صلاحون ته وڏا ڏيندا آهن....“ يار محمد کي جواب ڏيڻ نه آيو. هن جي اندر ۾ ڪورا پئي ٻريا. رئيس جي پٽ هنن سان جيڪا ڪوڙائي ڪئي هئي، سا سندس ذڪر اچڻ شرط وري هـن جي اکين آڏو اچي ويئي.
”مون ٻڌو آهي ته گلڻ خان اوهان سان مڙئي ڪا ٻارائي ڪئي هئي. ننڍو نينگر آهـي. جواني ديواني چوندا آهن، سو مڙئي حرڪتڙي ڪري ويٺو....“
جيوڻ ۽ يار محمد جي ساهه ۾ ڪجهه ساهه پيو. پيلي، رئيس ته پٽ پاران ڏوهه بشڪائڻ آيو آهي. هنن جون دليون ڦونڊجڻ لڳيون.
”هاڻ اوهين مٿس ڪو ڏنڊ رکو. ڪا سـزا ڏيوس!“ رئيس مرڪندي چيو.
”نهيو رئيس، اوهين اسان وٽ هلي آيـا، اهوئي ڪوڙ آهي. سزا ٻزا جي ڳالهه نه ڪريو. اسان جي دل صاف ٿي ويئي آهي!“ جيوڻ هڪ نئين آتساهه سان چيو.
”نه نه، هن کي سزا ته ڏيڻي پوندي....“ رئيس ماني بس

ڪندي چيو.

هٿ ڌوئي، جڏهن وري اچي کٽ تي ويٺا ته گهرام خان چيو: "جيوڻ خان، هن کي سزا اها ڏجي جو هتان پرڻائجيس! ڀلا يار محمد خان، اوهان جي پيڻ جو سڱ ڪٿي ڏنل ته ڪونهي نه؟ ..."

"نه رئيس نه...." يار محمد جو منهن ڪاوڙ کان ڳاڙهو ٿي ويو. هو چوڻ وارو هو ته رئيس اوهان کي اڳين اسانجي ڦتن تي لوڻ ٻُرڪڻ نه گهرجي، پر سندس ڳالهه کي وچ ۾ ٽي ڪٽيندي گهرام خان چيو: "ته پوءِ جيوڻ خان، تون وڏو آهين. تون جڏهين چئين، تڏهن ڏينهن ٻڌڻ لاءِ وري اچي اوهان جا مزمان ٿيون!" گهرام خان پنهنجي شهپرن کي وٽيندي چيو.

جيوڻ جي سموري تن بدن ۾ ماڪوڙيون سُرڻ لڳيون. هن جي بدن ۾ لرزش پيدا ٿي ويئي. هن جي اکين ۾ اهڙو ڏنڌ چائنجي ويو جنهن مان هن کي رئيس گهرام خان جو منهن ڏڏندو محسوس ٿيو. هو سچو ٿڪجي ويو، ۽ اکر ڏاڍي مشڪل سان هن جي نڙيءَ مان نڪتا: "رئيس، اسين مشڪين برابر آهيون، پر الله اسان کي ڪنهن جو محتاج ڪونه ڪيو آهي، ۽ اسان کي به پنهنجي عزت آهي. هڪڙو اسان جي ننگن سان هوڙيائي ٿي، ٻيو وري اسانجي ڦتن تي لوڻ ٻُرڪڻ لڳا آهيو. اسان جي تڏي تي آيا آهيو، سو اسان وس آهر اوهان کي آڌر ڏنو، مانُ ڏنو، باقي سڱ جي ڳالهه تان لهي وڃو!"

گهڙيءَ لاءِ مات ٿي ويئي. لوڙهي تان هڪڙي ڪِبر چيٽ ڪري آڏامي ويئي. اوچتو رئيس گهرام خان اٿي بيٺو. سندس ڪمدار ۽ ٻيا همراهه به اٿي بيٺا. جُتي پائيندي، گهرام خان چيو: "جيوڻ خان، آءٌ ڪا شئي فقط هڪڙو پيرو گهرندو آهيان، نه ملي ته زوريءَ کڻي ويندو آهيان. اوهان کي ڏهن ڏينهن جي مهلت آهي. ڪمدار، اڄ چنڊ جي ڪهڙي تاريخ آهي؟ تيرهن تاريخ اوهان جي قبوليت نه پهتي ته پوءِ مون تي

ـيار نہ رکجو. ٻانهن آءٌ زوريءَ کڻي ويندس!“
جيون ۽ يار محمد بتن وانگر هنن کي ويندو ڏسندا رهيا. جيپ جي اسٽارٽ ٿيڻ جي گهرڙ گهرڙ تي هو حقيقت جي دنيا ۾ موٽي آيا. هنن جي منهن تي ڳاڙهاڻ بدران پيلاڻ ڦهلجڻ لڳي. ان ۾ ڊپ کي کو دخل ڪونہ هو. ڊڄڻ هو سکيا ڪونہ هئا. اهو رنگ هنن جي مظلوميت جو رنگ هو، ان مجبوريءَ جو رنگ هو، جنهن هيٺ هو ڪجهہ بہ نٿي ڪري سگهيا. ڏاڍي کي ائين ڌڙڪو ڏيئي ويندي ڏسڻ جو رنگ، سنڌ جي آسمان جي شفق جي ڳاڙهاڻ تي هميشہ غالب ٿيندو رهيو آهي، ۽ ان رنگ ۾ رتل ڳيرا، ٻيڙ جي هڪ ٽاريءَ تي پار ڪيدي، گهوگهو ڪرڻ لڳا. اوندهہ آهستي آهستي يار-محمد جي لوڙهي اندر لنگهي آئي ۽ ڪا گهڙي لوڙهي جي ڍنگهرن ۾ اٽڪي بيهي رهي. ❋

اهو ڍنگهر، اوندهه سوڏو، مهروءَ جي من ۾ لهي پيو.
پلڙن جي چليءَ ڪٽي، هن ٻڪرين اڳيان رکي، چوٽري
هڪڙي ٻڪريءَ جي ٿڻن هيٺان رکي، ٻڪري ڏوهڻ ويهي
رهي. کير جي ڦهرئين گوهي، جستي چٺونريءَ جي تري ۾، اهڙو
پڙاڏو پيدا ڪيو، جهڙو هن جي من ۾ متل هو. نه چاهيندي
به هن سيڪجهه پنهنجي ڪنين ٻڌوهو: ”تيرهين تاريخ مون کي
اوهان جي قبوليت نه پهتي ته پوءِ مون تي ميار نه رکجو.
پانهن آءٌ زوريءَ ڪٿي ويندس!“ کير جي هرگوهي سان، اهي
لفظ وَرَ وَرَ ڪري چٺونريءَ سان ٻرڻ لڳا، ۽ هن جي
ڪنن کان ٿيندا، هنجي دل کي ڏڙڪائيندا رهيا. هڪ اڃاتي
ڏپ کان هن جي بدن ۾ هلڪي رڦٽي پئجي وئي. هيءَ رڦٽي
ان رڦٽيءَ جهڙيءَ هئي، جهڙي هن گلڻ خان سان ڳالهائيندي
محسوس ڪئي هئي....

گلڻ خان کي هن ڪل تي پيرا ڏٺو هو: ٻه پيرا پريان،
۽ ٽيون پيرو منهان منهن، دوبدو. پهريون پيرو تڏهن جڏهن
جيپ ڪاهيندي، هن سندن ڍڳي گاڏيءَ کي گهانچي ۾ ڪيرائڻ
لاءِ، ڍڳن کي تاهيو هو. ڏڏڙ جي چوهي منجهان، هن جيپ
هلائيندڙ کي ڏٺو: بوسڪيءَ جي پٽڪي سان هڪ چوڪرات،
جنهن جا شهپر ائين تي لڳا، جڻ وقت کان اڳي جمي آيا هئا:
بلڪل ائين جيئن ڪنهن نندي چوڪر جي چپن تي، هترادو
مُڇون چنبڙائي ڇڏجن. نڪ ٻڻون، اکيون وڏيون جيڪي بني
نڪ جي ڪري هيڪاري وڏيون ٿي لڳيون. هڪڙو پرون اڌو
ڳارو پٽڪي جي پير ۾ لڪي ويو هو. ان ڪري جڻ هن جي
اکين مٿان ٻن پرن بدران، هوئي ڏيڍ پرون. پر سڀ کان مکيه

ڳالهه جا هن ڏني، سي هئا ڇهچ گهاٽا ڪارا وار جيڪي هٽن جي آڱرين جي پٺ ڪان ڏونٽين تائين ڳتيل هئا. هن جون ٻئي ٻانهون جيپ جي گول چڪر تي ويڙهيل هيون، ۽ ان چڪرکي ڦيرائيندڙيون ٿي آيون. انهن ٻانهن ۽ هٿن جو ماس ٻنهه نظر ڪونه ٿي آيو، رڳو ڪارا گهاٽا ۽ ڳتيل ڳنڍيون ڳنڍيون ٿيل وار ٿي نظر آيا. هن کي الائجي ڇو ننڍي هوندي کهيرين وٽ ڏنل ٻولڙو ياد اچي ويو، جنهن جي ٻانهن تي ته وار هئا، پر جنهن جي آڱرين جي ٽئين ۽ ڏوڏن تي به وارن جا مُڇا هئا. هن اجا انهن وارن بابت سوچيو پئي ته جيپ گهرڙاٽ ڪري، گاڏيءَ جي پاسيڪان لنگهي، ۽ گاڏي گهانچي ۾ لڙي پئي. هوءَ اڇلجي وڃي گهانچي ۾ ڪري، ۽ هڪڙي ايي ڪاني، تلهي چيٽ وانگر. هن جي ڏوري ۾ گهڙي ويئي. سور ڪان هن جي دانهن نڪري ويئي، جيڪا هن گهٽوڻي گهٽڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر سندس ڇپن هن جو ساٿ نه ڏنو.

پوءِ جيڪي ٿيو، سو ايترو تڪڙو ٿيو، جو هن کي انهن ڳالهين جو سلسلو اجا تائين ياد نٿي پيو. هڪڙي مڙسالي وڏي هن جي ٻانهن ۾ هٿ وڌو، ۽ هن ڪان وري ڪيڪ نڪري ويئي. هن کي اهو به ياد نه هو ته هن ٻهرين ڪيڪ ڪئي، يا مڙسالي ٻهرين هن جي ٻانهن ۾ هٿ وڌو هو. ها، هن کي هڪ ڳالهه هينئر به ياد هئي ۽ ان ڳالهه هينئر به هن جي دل ۾ هڪ عجيب ڏڪڻي وجهي ڇڏي. اها ڳالهه اها هئي ته اوچتو مڙسالي کئي هن کي ٻاڪر وڌو، ۽ هن کي هنج ۾ کڻي آڏي ٻاڏوءَ جي ٻر ۾ لاٿو. ان ٻاڪر مهل هن جو بدن ڇاهي وانگر ڪونجي ويو هو، هن جي دل زور سان ڌڪ ڌڪ ڪرڻ لڳي هئي. هن کي ته سور به وسري ويو، ۽ هن چاهيو هو ته ڪنهن طرح ڦتڙي ڦتڙي ان ٻاڪر ۽ هنج مان نڪري وڃي: ايئن جيئن ننڍي هوندي، ٻاڏوڳيريون جهلي هن کي هٿ ۾

ڏيندو هو، ۽ ڳيريون هن جي هٿن مان ڦٽڙي ڦٽڙي پڙڪو ڪائي اڏامي ويندڙيون هيون. جڏهن هن ڪيس پاڪر مان هيٺ لاٿو، تڏهن هن جي اجرڪ به مٽي تي ڪانهه هئي. هن مڙسالي جا سوچيو هوندو ته هن زائفان ڪي ڪو حياءُ ئي ڪونه هو! ٻوءِ جڏهن ٻاڏوءَ جي پير ۾ ويئي، تڏهن سور هوندي به، پنهنجي اجرڪ ٺيڪ ڪندي، هن ان مڙسالي ڪي ڏٺو هو: ڏگهو مڙس، وڏن شهپرن بدران هلڪيون مڇون، سنئون نڪ، سيبتي پيشاني جنهن ۾ جاڙا پرون، ڪاريون پنوڙ اکيون، ويڪرا ويڪرا ڪلها؛ ڊگها ڪارا وار جيڪي پنڪي لهڻ سان هوا ۾ پئي اڏاڻا، بدن تورو اگهيان جهڪيل، گهيريدار ڳري اڇي سٿڻ تي ڪارو پهراڻ، پيرن ۾ ڇهنب وارو گهيتلو، جهڙو سامو جيون ٻاڻيندو هو. اهي سمورا تفصيل گهڙيءَ پل ۾ هنجي اکين ۾ لهي آيا. هن ڪي ٿوري لڄ اچي ويئي: پراون مڙسالن ڪي ايئن جانچيو آهي! هن پنهنجون نظرون هيٺ ڪري ڇڏيون. هن تان نظرون هٽيون ته هن ڪي پنهنجي پيڙا ياد اچي ويئي. سور ڪان سندس سڄي ٻانهن ڪيري تي پئي هئي. سور ڏوري ۾ ته ڏنئون ڏنئون ڪري رهيو پر سندس آڱرين جي پڇڙين ۾ به چڻڪڻ لڳو هو. ٻوءِ ائين ٿيو جو هو مڙسالو شاخ تان ٻاڏيءَ جو وڏو پيري ٻاڏو ٻاروءَ وٽ آيو، تڏهن نه چاهيندي به هن وري ان مڙسالي ڪي ڏٺو. هن ڪي ٻانهن جو سور گهڙيءَ پل لاءِ وسري ويو. هن ائين سمجهيو ته هن جون اکيون مڙسالي جي اکين ۾ ڪنڌ لاءِ اٽڪيون هيون: ان مهل هن جي دل زور سان ڌڙڪڻ لڳي هئي ۽ ان ڌڪ ڪان بچڻ لاءِ هن وري نظرون هيٺ ڪري ڇڏيون هيون!

هن ٻاڏوءَ کي پنهنجو نالو ”نورل“ ٻڌايو هو. الائي ڇو هن کي اهو نالو ڏاڍو وڻيو، ۽ هن سوچيو ته جنهن به ماڻهوءَ جو نالو نورل هوندو، سو ڏاڍو ڀلو مڙس هوندو. ٻوءِ نورل ٻاڏي ڪاهي،کين ميڙي تي وٺي آيو، ۽ جڏهن ڊاڪٽر هن

جي ڏوري مان ڊگهي چيٽ ڪڍڻ لاءِ ڦينچيءَ سان ڪلهي وٽان چولو ڪپي ڇڏيو، تڏهن هن پنهنجي ٻانهن ڏانهن نهاريو جيڪا سڄي رت ۾ ڳاڙهي ٿي ويئي هئي، ۽ رت ڪٿي ڪٿي جمي ويو هو. هري هري ڪري ڊاڪٽر ڪپهه سان رت صاف ڪري، ڏوري کي ٻيهان هٿ ڏيئي، ڪاٺيءَ جي ڊگهي چيٽ ڇڪي ڪڍي ورتي، تڏهن هن ڪان وري به سور ڪان ڪيڪ نڪرڻ ٿي هئي، پر ان وقت هن کي وري نورل جو چهرو اکين اڳيان اچي ويو، ۽ هن ڀانيو ڄڻ نورل چوندو هجي ته ”چري مهرو، اهڙين ڪيڪن ڪيئن آهن! سور ته سهسائي وڃبا آهن!“ هن ڏند پيڙي، اندر ڪيڪ کي اتي گهٽي ڇڏيو. ڊاڪٽر هن جي منهن ڏانهن ڏسي چيو، ”مائي بابا، سور ته ڏاڍو ٿيو هوندو پر شڪر ڪر ته چيٽ اندر پڄي نه پئي، نه ته مرڳو گوشت ڪوڙڻو پوي ها!“ ڊاڪٽر جڏهن هن کي پٽي ٻڌي ته هن جي سور جي ڌنوڻ ڪجهه گهٽجي ويئي، ۽ هن پنهنجي اگهاڙي ٻانهن اجرڪ ۾ ويڙهي ڇڏي.

پوءِ نورل هن کي وڏيري جي لانديءَ وٽ آڻي، پاڻ گاڏيءَ مان لهي، اندر ويو. مائٽن جا هشام گڏ ٿي ويا، جن ڪڏهن اندر ٿي نهاريو، ڪڏهن هن جي رت هاڻن ڪپڙن ۽ پٽيون ٻڌل ڦٽن کي ٿي ڏٺو. اندوان نورل جو آواز ٻڌيو: ”وڏيرا، توکي شرم نٿو اچي جو اهين راهه ويندن سان ڪوچرايون ڪندو وتين؟“

۽ پوءِ هن ٻيو پيرو وڏيري گلڻ خان کي ڏٺو هو. هو تڪڙو تڪڙو اندران لانديءَ مان نڪتو ۽ پنهنجي جيپ ڏانهن وڌيو. اندران ايندي وقت، ٻهرين شئي جيڪا مهروءَ ڏٺي هئي، سو هو پستول جي گولين جو پٽو جيڪو گلڻ خان جي ڪلهي ۾ پيو هو. گلڻ خان جو هڪڙو هٿ ٻني جي هينان ڇمڙي اندر پيل پستول جي مٺان هو، جنهن جو لوهي ڳن پئي نظر آيو. ٻي شئي جنهن تي هن جي نظر پئي، سان هئي هن جي

پهراڻ جهڙي ڳلي ۾ سوني زنجير ۽ سونا پيڙا، جن مان مٿيون پيڙو ڪليل هو، ۽ ڇاتيءَ جي وارن جو هڪڙو مُچڪو پهراڻ کان ٻاهر نڪتل ٿي پيانيو. ان وقت الائي ڇو هن جي ذهن ۾ هڪڙو خيال ڪيئن اٿيو هو: ”مٺي کي وار ته ڪيترا آهن!“

۽ ٿمن شڻي جا هن ڏني، سي هيون هن جون اکيون. انهن اکين مان هن جي منهن جو گهنڊ پئي بکيو. هن ڪڏهن به بگهڙ ڪونه ڏٺو هو، پر هن سمجهيو ته بگهڙ جون اکيون اهڙيون ئي هونديون. انهن اکين ۾ هن کي ڪاوڙ سان گڏ ڪو ڏپ به نظر آيو هو: هيسيل هيسيل پر ڪاوڙيل اکيون. انهن اکين گهڙيءَ لاءِ گاڏيءَ ۾ ويٺلن تي هڪ نظر وڌي، ۽ پوءِ اهي اڳتي وڌي ويون. انهيءَ هڪڙي نهار ۾ الائي ڪهڙو نياپو هو جو مهروءَ جي ٻانهن ۾ وري سور جي سٽ اڀري آئي!

پوءِ نورل گاڏي ڪاهي ڪين ڳوٺ وٺي آيو. لوڙهي وٽ گاڏي بيهاري، هن پهرين پاڻو ياروءَ کي لهڻ ۾ مدد ڪئي، ۽ پوءِ پاسو ڏيئي بيهي رهيو ته جيئن زائفائون لهن. هوءَ جڏهن پنهنجي پاڇائي صالحان سان گڏ اندر وڃڻ لاءِ اڳتي وڌي، ان وقت نورل چئي رهيو هو: ”پاڻو، تڪر پور ڪاڻ جو هي وقت ڪونهي. حجاب ڪونهي پر هاڻ موڪلائي. اوهين چاق ٿيو ته وري پيرو ڪري ويندس!“

ان وقت مهروءَ پنهنجي اندران ڪي لفظ اٿندا محسوس ڪيا، ۽ هن وڏي سڏ چيو: ”ادي، انهيءَ کان ته مري وڃون ها ته چڱو. ڪو ڪانڌي ڪلهو ڏيڻ لاءِ ته ترسي ها!“ هن کي اڄ به پڪ نه هئي ته ڪو هن اهي لفظ چيا هئا. چيا به ڪيئن هوندائين؟ پرائي مڙسالي ڇا ويچار ڪيو هوندو؟ پر پوءِ نورل ترسي پيو هو، ۽ ماني کائي پوءِ موڪلائي هليو ويو. جڏهن نورل پاڻوءَ سان گڏجي ماني کائي رهيو هو، تڏهن هوءَ چلهه وٽان هن ڏانهن ڏسندي رهي. پاڇايس چيس به ته ”امان مهرو، تون وڃي ليٽي پئو“، پر هوءَ اتي ئي پاڇائيءَ وٽ ويٺي

رهي. هن جون اکيون دانگيءَ تي پچندڙ مانيءَ کي ڏسنديون رهيون: ڪنهن وقت ڀاڄائيءَ جــي هٿن ۾ اٽي جي چاڻي ڪي گول ٿيندو ٿي ڏٺائين، پر رکي رکي هــن جون اکيون ڪٽ تي ويٺل ڀائوءَ ۽ نورل کي ڏسڻ ٿــي لڳيون: ها، هن مڙسالي اسان سان وڙ ڪيو هو، ۽ وڙ ڪندڙ مڙسالا ڀلا مڙس هوندا آهن. پر نورل ته رڳو ڀلو مڙس نه پر ڏاهوڪو جوان هو. اهو خيال ايندي ئي هن جي دل پنهنجو ڌڪ گسائي ويئي!

نورل ٻئي چوٿين ڏينهن ڦيرو ڪندو هو ۽ ڀاروءَ سان گهڙي ساعت رهاڻ ڪري هليو ويندو هو. هڪڙو ٻـه ڀيرو ڀاروءَ زور ڪري کيس ماني کائڻ قبول ڪرايو هو. الائي ڇو مهروءَ کي ڪنهن ڪنهن صبح جو اٿڻ سان .پڪ ٿيندي هئي ته اڄ نورل ضرور ايندو. جيسين هو نـه ايندو هو، تيسين هن جي ڪنهن به ڪم ۾ دل نه لڳندي هئي، ڪا ڳالهه نه هوندي به هوءَ ڀاڄائيءَ سان ڳالهيون ڪندي هئي. ٻورين جون ڳالهيون، ڪُنڍين جون ڳالهيون؛ ٻـري ٻڪريءَ جون ڳالهيون، جنهن جو ڇيلڙو ماءُ کي ڏائڻ وقت ايئن ڇڪڙون ڏيندو هو ڄڻ ته مائس جا ٿڻ ئي کائڻ ٿو گهري. لوڙهي تي ويهندڙ ٻگين جون ڳالهيون، وَهين جـي ويندڙ ولرن جون ڳالهيون، ۽ اهڙيون ڳالهيون جن جو نه منهن هوندو نه مُهاڙ! ۽ جڏهن نورل ايندو هو، ۽ ڀئو آڳند ۾ کٽ تي فراسي وڇائيندو هو، تڏهن هوءَ چپ ٿي ويندي هئي، هن جون ڳالهيون اوچتو بند ٿي وينديون هيون. هن کي ڪا ڳالهه سُجهندي ئي ڪانه هئي جا ڪري. البت هن جي دل چوندي هئي ته نورل جون ڳالهيون ڪري، ميڙي جــون ڳالهيون ڪري، ڍڳي ڳاڏيءَ ۾ ان سفر جــون ڳالهيون ڪري، جنهن هــن جي ٻانهن کي ڦٽي وڌو هو. هـن چاهيو ٿي ته هوءَ ان ڇيت جون ڳالهيون ڪري جيڪا هن جـي ڏوري ۾ گهڙي پئي هئي، پٽڪي جــي ان ليڙ جــون ڳالهيون ڪري، جيڪا نورل پٽڪو ڦاڙي هن جي ٻانهن ۾

ڇڪي ٻڌي هئي، ۽ وڏي ڳالهه ته ان ياڪر جون ڳالهيون ڪري، جنهن ياڪر ۾ پيري نورل هن ڪي هنج ۾ کڻي پائوءَ جي پير ۾ ويهاريو هو، پر هوءَ اهي ڳالهيون نه ڪندي هئي. ڇلهه وٺ ويهي، ٻـرنڌڙ ڪانين ۾ نهاريندي هئي ۽ ڪيڏي ڪيڏي مهل نورل ۽ ياروءَ کي اوچتي نظر سان ڏسندي هئي. اڪيون ته ڪي ڏاڍيون نامراد هيون: هرويرو ذري ذري اوچتي نظر سان نورل کي ڏسڻ تـي لڳيون، ۽ هـر نظر ڪانپوءِ هوءَ حجاب ۽ حياءَ کان سڄي ڳاڙهي ٿي ويندي هئي. هن کي ائين پاسندو هو ته گندي هن جي مٽي تان ڪسڪي لهي ويئي آهي. گندي مٿي تي هوندي بـه هوءَ ان جي پلئه کي ڇڪي سولو ڪري پائيندي هئي.

هڪڙي ڏينهن صبح لاڪون هن جي دل تي چيو تـه نورل ايندو. پر يارو گيهه جا دٻا هٽ تي پهچائڻ لاءِ فجر جو ڏڪي گاڏي جوٽي نڪتو هو، ۽ چئي ويو ته ڏينهن ناري پوءِ واپس ايندس. يارو نه هوندو ته نورل ٻاهران ئي هليو ويندو. هن جي دل چيو ته پائو اڄ شهر نه وڃي ها ته چڱو! ڏينهن چڱو مٿي چڙهي آيو هو. هوءَ مال لاءِ ڪـُتر ڪرڻ لاءِ ويهي رهي. جوئر جي ڪانن کي ڪـُتر ڪندي، هن جون اکيون گهـڙيءَ گهڙيءَ لوڙهي جي لوگهي ڏانهن ڪڄي ٿـي ويون. اوچتو سڏ ٿيو: ”يار محمد، او پائو يار محمد!“

هن جو هٽ بيهي رهيو. هن جي دل به بيهي رهي. هن جون سوچون به بيهي رهيون. هوءَ بنا ارادي آئي، لوڙهي جي لوگهي وٽ آئي. سامهون رڳو نورل جا ڪلها ۽ منهن پئي نظر آيو. الائجي ڇو هن جي دل چوڻ لڳي ته هوءَ ان منهن تي هٿ لائي ڏسي، پٽڪي جي پنيان اڪل وارن ۾ آڱريون گهمائي ڏسي، ائين جيئن پاڇايس ياروءَ جي وارن ۾ آڱريون گهمائيندي هئي. اهو خيال ايندي ئي هن کي لڄ اچـي ويئي. پراڻن مڙسن لاءِ ڪو ائين سوچيو آهي! اوچتو وري سڏ ٿيو:

”يار محمد، او يار محمد!“

”پاڻو ته شهر ويو آهي..“ هن جي وات مان اڪرئي نه پيا آڪلن. ان مهل هن جون اکيون نورل جي اکين سان چار ٿيون. هن ائين ڀانيو ڄڻ نورل جي اکين هن جي اکين ۾ ڏانوڻ وجهي ڇڏيا. هن پنهنجي اکين کي ٻيري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ٻه، پر اکين جو اهو اتڪاءُ نه ٽٽو، پوءِ هن ڀانيو ته نورل جي اکين مرڪي ڏنو. اکيون ائين مرڪنديون به آهن ڇا؟ ان مرڪ هٽي وڃي هنڌ ڪيو: هن ائين ڀانيو ته هن جي دل اَڄ ڪان ماندي پئي ٿي ۽ پوءِ هن نورل کي چوندي ٻڌو: ”نهيو، آءٌ به شهر ٿي ويس. سوچيم ته يار محمد کي ساڻ وٺي ويندس. اڇي ته چئجوس نورل آيو هو....“ ايئن چئي نورل پٺ ورائي.

هن جي اکين پوءِ به پنهنجي راهه نه ڇڏي، هوءَ ويندڙ نورل کي ڏسندي رهي. هن جي دل چيو ته سڏ ڪري چوي، ”نورل، گهڙي ته ترسين ها!“

پريان پاڇايس جو آواز آيو: ”ڪير هو؟“

”نورل هو: پاڻوءَ لاءِ آيو هو....“ ائين چئي، هوءَ اندر هلي آئي، ۽ گهڙي مان پاڻي جي چلو پري ڏوڪ ڏوڪ ڪري پي ويئي. پر اَڄ نه لٿيس، ٻي چلو پيتائين، تڏهن به اڃ نه لٿيس. هيءَ گهڙي اَڄ هٽي جا پاڻيءَ سان لهڻ جي نه هئي، هن سوچيو. اڳي ته ڪڏهن به اهڙي اَڄ نه لڳي هيس. هن خالي نظرن سان چلو ۾ نهاريو: چلو جي تري ۾ پاڻيءَ مان نورل جون اکيون هن ۾ گهوري رهيون هيون. انهن اکين ۾ به مرڪ هئي. هن جهٽ ۾ چلو رکي ڇڏي. موٽي اچي ڪتر ڪرڻ ويهي رهي. آس جي ڪرئي، ڪهاڙيءَ ۾ ليئو پاتو: هن کي ڪهاڙيءَ مان به اکيون کيس گهورينديون نظر آيون. ”موڪلس، مون کي ڇو ٿو چاهي؟“ هن پنهنجي ڪنڌ کي جهٽڪو ڏنئي، انهن اکين کي وڃائڻ گهريو: ناڪام ٿي، هن ڪهاڙي

رکي ڇڏي! اهو سڄو ڏينهن نورل جـون اکيون مرڪنديون هن ڏانهن گهوريندڙيون رهيون. پاڇايس جي گج جي ٽڪن مان ٻه اهي اکيون گهور پاڻي کيس ڏسنديون رهيون. چلهه جي ٽانڊاڻن ۾ ٻه اهي اکيون ڪيئن ٽي لڳيون. رات جو جڏهن هند تي ليٽي، ۽ اکيون پورڻائين ته پنبڻن جي پوپان اهي اکيون اندر هلي آيون. هن اکيون کولي ڇڏيون، ۽ پوءِ هن کي الائي ڪيڏيءَ مهل ننڊ اچي ويئي!

صبح جو پاڇائي ۽ گوٺ جي ٻئن پنجن ماين سـان گڏجي، هوءَ پوري تان پاڻي ڀرڻ لاءِ نڪتي، تڏهن بـ اهي اکيون هن سان گڏ پئي هليون. هونئن جا هوءَ پاڻي ڀرڻ تي دنيا جهان جون ڳالهيون ڪندي هئي، تنهن کي اڄ ماٺ ڏسي، خود پاڇايس حيران هئي. ساين سان هڪڙي ڇمي بـ ٽنس:
”ادي امان مهرو، ڪهڙا ٻور پئي پچائين جـو ماٺ تـي ٺوئي آهين؟“

”ڪجهه ڪونهي ماسي، رڳو مٿي ۾ ٿورو سور اٿم.“
هـن کي مٿي ۾ بلڪل سور ڪونه هو: سڄي رات جاڳندي هن نورل جي اکين سان ويڙهه ڪاڍي هئي، پر تڏهن بـ هوءَ تازي توانـي هئي، پر الائي ڇو اکر نـ پئي اڪليس. پاڻي ته ماٺ ماٺ ۾ انهن اکين کي ڏسندي رهان.

پاڻي ڀري، هن سينهوڙي ناهي مٿي تـي رکي. پاڇايس ۽ هڪڙي ٻي مائيءَ، هٿ وجهائي، گهڙو سندس مٿي تي رکيو. ٻيو گهڙو هن چيلهه تي کنيو. هو اڃا پوري کان ٻاهر نڪري، ٻيچري تي آيون ته هڪ پئي پنيان بندوق جا ٻه فائر ٿيا. پئي لاڳيتا نڪاءِ هنن جي ايڏو ويجهو هئا، جـو هنن جـا حواس خطا ٿي ويا. مهروءَ جيئن فائر جي آواز ڏانهن ڪنڌ لاڙيو ته مٿي وارو گهڙو سنڀالي نـ سگهي، ۽ هن جـي ڪلهي تـان ٿڙڪندو، پويان ڪريو ۽ پرزا پرزا ٿي ويو. هڪ ٻن ٻين ماين جا گهڙا بہ ڪري پور پور ٿي ويا. مهروءَ جي پويان ڪرندڙ

گهوڙي جي ڦينگن هن جي سڄي پسائي ڇڏي.

”اٿي گهوڙا، منيس....!“ هن جي وات مان اکر پاڻمرادو نڪري ويا.

پريان گهوڙن جي ٽاپڙ ٽاپڙ ويجهو پوندي ويئي. زالن جو ڊپ کان ساهه سڪندو ويو. هڪڙي مائيءَ چيو:

”چوريون، هڪڙي پاسي ٿي بيهو. متان کي شڪاري ٿا ڏسجن. پوءِ ته لنگهي وڃن....“

”پر ماسي، هي ته پنهنجو پٽ آهي: هت اوڦتو شڪاري ڪيئن.... ڏئي منهنجا تون رحم ڪج....“ ياڇانس چيو.

ياڇايس ڳالهه ڪري بس ڪئي ته پنڄ گهوڙيسوارن بوڙن مان ڦاٽ ڪاڍو. پنهي جي هٿن ۾ بندوقون هيون. هني ۾ حلال ٿيل تتر پئي لڙڪيا. گهوڙيسوارن زائفائن کي ڏٺو ته لغامن کي ڇڪي، گهوڙن کي بيهاري ڇڏيائون. گهوڙن جو هانبارو پئي لڳو. اوچتو لغام ڇڪجڻ تي پنهي گهوڙن کان ديما نڪري ويون. گهوڙيسوارن مان هڪڙو جوان مڙس هو، ۽ ٻيو وچين عمر جو. جوان مڙس کي بوسڪيءَ جا ڪپڙا پيل هئا، ۽ سندس ٻهراڻ ۾ سونا بيڙا، زنجير سوڌا، نظر پئي آيا. مٿي تي پٽڪو به بوسڪيءَ جو هوس. وچولي عمر جي همراهه کي اڇا هرڪ جا ڪپڙا هئا ۽ مٿي تي اجرڪ جو پٽڪو ائين پڌل هو جيئن مکڻهار ٻڌندا آهن.

مهروءَ جوان مڙس کي پهرينءَ سٽ سڃاڻي ورتو: هيءُ مئو ته اهو ساڳيو جيپ وارو وڏيرو هو! هن جي ٻانهن جا گهنڊيدار ڇهچ ڪارا وار ڏسي هن کي هيٺين ۾ هيڊڪ پئجي ويو. وڏيري پين ماين تي سرسري نظر وڌي، ۽ سندس اکيون مهروءَ ۾ کپي ويون. مهروءَ ائين پانيو ڄڻ ته اهي اکيون هن جي آرپار مٿي پئي ويون. هن ائين پانيو ڄڻ ته هوءَ اگهاڙي ٿي پئي هئي؛ اهو خيال ايندي ئي هن پنهنجي گندي ڇڪي ڪلهن تي ورائي، ڇاتيءَ کي ڍڪي ڇڏيو. هن کي انهن اکين

ڪان ڏاڍو ڊپ ٿيڻ لڳو. انهن اکين جون نظرون سئيءَ وانگر هن کي وڏينديون سوراخ ڪنديون، ايذائينديون ويون. انهن اکين کان بچڻ لاءِ، پنهنجن پيرن ۾ پسيل جتيءَ جي تنئورن نهارڻ لڳي.

”ابا، ڏاڍا ڪي اشراف ٿا ڏسجو، جو ائين نياڻين جي رستي روڪ ڪري بيهي رهيا آهيو.“ هڪڙي مائيءَ کان رهيو نه ٿيو، ۽ چئي ڏنائين.

”رستي روڪ اوهان ڪئي آهي يا اسان؟ هتي پري ٿيو نه اسين متي وڃون....“جوان مڙس مهروءَ مان نظرون ڪيڏندي، مائيءَ کي گهوري ڏنو.

”ابا، الله کان ڊڄ؛ رستي روڪ اوهان ڪئي، ڪين اسان.... اسين نه پنهنجو رستو وٺيو پئي آيون سون، جو اوهان فئر ڪندي اچي دڳ جهليو....“

وچولي عمر جي مڙسالي گهوڙو اڳتي آڻيندي چيو:

”نهيو بابا نهيو: ڪهڙي ڳوٺ جون آهيو؟“

”پنوهرن جو ڳوٺ.... او، هئو پريان پيو ڏسجي....“

”جڙئي پنوهر جو ڳوٺ ٿيون چئو نه؟ پنوهر نه اسان جا پنهنجا آهن. رئيس، هلو نه هلون: مرڳو مايون اهو نه چون نه اسان متي فائر ڪيا هئا!“

پنهي گهوڙيسوارن، گهوڙن کي موٽايو، ۽ وري پوڙن مان ٽيندا، غائب ٿي ويا. مايون سراپجي بيٺيون رهيون. ههڙي ڪار هنن سان ڪڏهن نه ٿي هئي، ۽ نه ئي هنن کي ڪو خواب خيال هو ته ائين به ٿي سگهيو ٿي. هن پٽ ۾ ههڙي هوڙهيائيءَ جو تصور به هنن لاءِ ممڪن نه هو. نياڻيون سيائيون جڳن کان پائيءَ جا مٽ ڀيلهه ڪئي ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ ايند يون وينديون ٿي رهيون: ڪنهن بنهه لنب يا لچ کي به انهن نياڻين کي ستائڻ جو ڪڏهن ڪَر خيال نه آيو هو. هي ڪهڙو زمانو آيو هو، جو ڏينهن ڏٺي جو، وڏيرا ديناداستي نياڻين کي ٻيچارين

۽ رستي روڪ ڪن!

مهروءَ ڪنهن سان به اها ڳالهه نه ڪئي ته ڪو هن ان جوان مڙس کــي سڄاتو هو. نڪي پاڇايس ٿي ڪا ڳالهه ڪئي، ٻنهي کي اهو ڏپ هو تــه جيڪڏهن هن ڳالهه ڪئي ته ڀڪ ٿي پڪ جهيڙو ٿيندو، ڪهاڙيون ۽ بندوقــون کڄنديون، ڳچ ڳرندا، سڀني جو لاٻارو لهندو، ۽ پوليس جا گهوڙا گهرن ۾ ڪاهي پوندا. ڏپ مهروءَ جي لنو لنو ۾ هُرڪڻ لڳو. آٿئي ويٺي، هن کي اُهين ڀاسندو هو ڄڻ ڪو گهوڙيسوار لوڙهو ٽپي هن کي ڪڻڻ لاءِ اچي پهتو هو، ٿوري کڙڪي يا نڪاءَ تي هن جي دل دهلجي ٿي ويئي. هن کي هر وقت ڪي اکيون پنهنجي جسم ۾ سوراخ ڪنديون، ٽنبجنديون ٿــي محسوس ٿيون. هن ڪوشش ڪئي ته هوءَ اندر ئي اندر نورل جون اکيون ڏسي، پر نورل جون اکيون ڄڻ وڏيري جي اکين کان ڏڄي پوئتي هٽي تــي ويون، ۽ اُنهن نين اکين کان بچڻ لاءِ هــو پنهنجي جتّيءَ جي ٽنئورن کي ڏسڻ ٿي لڳي! وڏي ڳالهه تــه هن کي خواب ڏيڄارڻ لڳا هئا. هڪڙي خواب ۾ هڪڙو بگهڙ پنهنجي رتايل اکين سان هن کي گهوريندو هو، ۽ هوءَ ان جــي خوف کان پيلهه گهڙن سان، ڊوري جي ڏگ تــان ڊُڪ ڪــ پائي، پاڻ بچائڻ لاءِ، ٻوڙن ۾ لڪي ويندي هئي. اوچتو هن کي پنهنجي پويان ڪنهن جي ساهه جي هانباري جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو هو. پويان نهارڻ تــي ڏسندي هئي تــه اهي ئي بگهڙ جون اکيون هن کي گهوريندڙيون نظر اينديون هيون. هوءَ گهڙا اتي ئي ڇڏي وري ڀڄڻ لڳندي هئي. ان وقت تمام پري کان هوءَ ڏسندي هئي ته نورل هن کي هنج ۾ لڪائڻ لاءِ ٻانهون کوليندو هو، پــر بگهڙ هن جي ڪڍ لڳو ايندو هو، ۽ پوءِ هوءَ وري پاڻ کي ڊوري جي ڏگ تي ڏسندي هئي. نورل الائي ڪيڏانهن گم ٿي ويندو هو، ۽ هوءَ اڪيلي، پيلهه گهڙن سان، بگهڙ جي اکين ۾ نهارڻ کان بچڻ لاءِ جتّي جي ٽنئورن ۾ نهارڻ لڳندي هئي.

جنيءَ جا ڳاڙها ڪارا ٽنئور هن جي اکين ۾ ائين ٽنبجي ويندا هئا جو بکھڙ جون اکيون به انهن ٽنئورن جهڙي ڳاڙهي ڪٽراڻ ۾ گم ٿي وينديون هيون: ۽ هوءَ ڇرڪ ڀري اٿي بيهندي هئي!

پنج ڇهه ڏينهن گذريا ته ھڪڙي مائي، اجرڪ جي اوڍڻي، سوسيءَ جي سٿڻ، ۽ ٿونٽ تائين عاج جي چوڙ پاتل، ورهيه اندر هلي آئي. اچان لوڳهي وٽ هئي ته سڏ ڪري چيائين: ”ائي امان، ڪو ڪتو ته ڪونهي؟“

مهرو ته هرڪڙڪي تي ڇرڪ ڀرڻ لڳي هئي، تنهن جو اهو آواز ٻڌو ته، هٿ ۾ پاڻيءَ جي ڇنل هيس، اها ڇڏائنجي ويس ۽ هيٺ ڪري پور پور ٿي ويئي. هوءَ اتي ئي ڪريون ميڙڻ لڳي. تيستين مائي به لنگهي آئي. پاڇايس وٺي ڪيڪاريس: ”امان، ڀلي ڪري آئينءَ.“

”ائي امان، ڀلايون هجنئي! مٽن ڪٽن ڪان ڏاڍي ٿي ڊڃان!...“

مائي اجرڪ لاهي کٽ تي رکي، ۽ پاڻ به ٿي جهڙي، کٽ ته ويهي رهي. ڪريون ميڙيندي، هن مائيءَ ڏانهن ڏٺو: موٽ ڪاٽل عمر، ڳاهسرو ڪارڙو رنگ، سينڌ ۾ پنهي پاسن کان اڇن وارن جون لٽون، جن جي وچان نٿ جو ڳاڙهي سٽ جو ڏاڻ چڪيل، اکين ۾ ڪجل ايترو جو اکين کان ٻاهر نڪري آيو هوس، ويڪرو ويڪرو منهن، ويڪرو موڪرو نڪ جنهن ۾ هڪڙي لال ۽ ٻن اڇن شيلاني موتين واري جهانءِ سان وڏي نٿ، تلها ڀريل ڀر لڙڪيل ڳل، هڪڙي ڳل تي اک جي هيٺان وڏو ڪارو هسو، چپن ۽ ڏندن ۾ مسي ايتري لڳل هئس جو ڳاڙهاڻ بدران چپ ناسي رنگ جا ٿي نظر آيا، ڪنن ۾ چانديءَ جا ڳرا پنڙا، جن جي ڪري ڪن لڙڪي پيا هئس. ٻنهي ٻانهن ۾ ٿونٽ تائين ٻانهين، ڳاڙهي گج ته ساوا ۽ ڪارا ٽنئور، ٻانڊٺي جي

ڏگهي گندي؛ ڳاڙهي سوسيءَ جي سٿڻ، پيرن ۾ ٽــن ٽنٺورن واري جتي— ٻن ڳاڙهن ٽنٺورن جي وچ ۾ هڪڙو ڪارو ٽنٺور: مٿان وري وڏي ڦليءَ واري لاڪائين اجرڪ! جيڏي مهل مهروءَ هن مائيءَ جو جائزو پئي ورتو، اوڏيءَ مهل هن مائيءَ جـي نظر به هن ۾ هئي، جيتوڻيڪ ڳالهايائين پاڇايس سان پئي. مائيءَ جي اکين ۾ ڪا اهڙي ڪيفيت هئي، جا مهروءَ کي سمجهه ۾ نه آئي، پر جيڪا نهار هن کي چئي رهي هئي ته مون توکي سڃاتي ورتو آهي.

ڪيڪار ڪان پوءِ، مائيءَ مهروءَ ڏانهن منهن ڪري چيو، ”ائي امڙ، پاڻيءَ چڪو ته پياريندم....!“

مهرو چپ چاپ پاڻي جو وٽو پري آڻي مائيءَ کي ڏنو. مائي هڪڙي هٿ ۾ وٽــو جهليو، ۽ ٻئي هٿ ســان پنهنجي نٿ کي مٿي جهليندي، پنهنجي چپن تائين آندو، پر وٽي جي مٿان هن جون ڪجل سان ڪاريون اکيون هن کي گهورينديون رهيون.

چــاڻ سڃاڻ لاءِ پــاڇايس ڳالهه چوري، پنهنجي سڃاڻپ ڪرائي چيائين: ”هيءَ منهنجي نٽان آهي، مهرو.“

”ائي امڙ.... ها سو ڳالهه ٿي ڪيم تـه آءٌ هونئن نـه گهران نڪران ٿي ڪونه.... مٿو گوڏن جو سور هلڻ ئي نٿو ڏئي، پر رئيس گهرام خان جي وڏي گهر واري اصل وهڻ ئي نه ڏي— چئي ته اڄ جو اڄ پنوهرن جي ڳوٺ سڏ ڏئي اچ ... بادشاهه پير جي ڪُنبي ڪئي اٿس.... سمورن راڄن کي ڪوٺ ڏني اٿون. اسانجا مرشد سائين پنهنجي پاڪن سوڏا ٿا اچن.... سو رئيسن چوائي سُڪو ته سيني راڄن جي نيائين کي سڏ ڏجهه ته ست ختما پورا ٿين.... سو امان، آءٌ اوهان وٽ لنگهي آئي آهيان ... ٻيو مڙئي خير.“

”مامي، رئيس گهرام خان وارن سان ته اسانجي درانر ... نه شراڪت، نه ڪا اچڻ وڃڻ جي وات....“

۾ ۾ ٻاڇايس اڃان ڪجهه وڌيڪ چوڻ واري هئي، پر مائيءَ سندس ڳالهه اڌ ۾ ڪٽي ڇيو: ”اَئي امان، هيءَ ڪوٺ ڪا رئيس ٻاران ٿوروئي آهي، ڪوٺ ته بادشاهه پير جي آهي.... پاڪن موڪلي آهي....“

”پر ماسي، اهي فيصلا ته پاءَ برادر وارا ڪندا آهن ته ڪٽي اڇجي، ڪٽي وڃجي.... ها، جيڪڏهن رئيسن ماسي جيون کي سڏ ڏنو آهي، ۽ مڙسالن ها ڪٽي ته پوءِ اسين اکين سين ايندڙون سين....“ ٻاڇايس نيٺ پنهنجي ڳالهه پوري ڪئي.

”هائو امڙ، هائو.... هيءَ ڪوٺ سگهري آهي....رئيس جو وڏو ڪمدار پاڻ چاڻ ڪي آيو، اوهان جي مڙسالن کي به ڪوٺ ملندي ... پاڙو نبين کي به پيارو.... رئيسن جي پاڙي ۾ ويٺا آهيو.... چڱو پلا، امان آءُ هلان ٿي....“ ائين چئي مائي پنهنجي اجرڪ ۾ هٿ وڌو، ۽ اٽڻ لاءِ سنبرڻ لڳي.

”پر ماسي، ٽڪر پور ته ڪائي وڃين ها....“ ٻاڇايس وات ٽڪائي ڪئي.

مائي وري سهي سنبري ڪٽ تي ويهي رهي ۽ چيائين ”اَئي امڙ، تون سڪ مان زور پئي پرين، سو نهڪر ڪانه ڪندس!“

مهرو مائيءَ جي ان اوچتي بدلجڻ تي حيرت ۾ پئجي ويئي، ٻاڇايس به وساجي ويئي، پر لڪا ڪانه ڏنائين ۽ چيائين ”مهرو، تون ماسيءَ وٽ ويهه ته آءُ جهٽ ڪري ماني ٺاهي ٿي وٺان....“

ٻاڇايس ائين چئي، وڃي چلهه کي لڳي. مهروءَ کي سمجهه ۾ ڪو نه پئي آيو ته هن مائيءَ سان ڪهڙيون ڳالهيون ڪري، پر مائيءَ پاڻ آهستي سرهاڻ ڪندي چيو: ”اَئي امان، پلا تو کي ڪٽي مڱايو به اٿن، ڪين نه؟“

مهروءَ رکو ڪنڌ ڌوڻي نهڪر ڪئي. حياءَ کان، پوءِ سڄي ڳاڙهي ٿي ويئي.

مائي گهڙيءَ لاءِ هن جي منهن ۾ نهاريندي رهي، پوءِ ڪ تي آ ڳر رکندي چيائين: ”چوري، تو جهڙي سدا ملوڪ مومل کي ته راڻين وانگر راڄ ڪرڻ کپي.... هن لوڙهن ۽ لانڍين ۾ ڇا رکيو آهي.... مون سان هل ته اهڙا شيل ڪرايانءِ جو مائٽ وسري ويندءِ.... آءٌ تو ڪارڻ پنڌ ڪري آئي آهيان. رئيس گلڻ خان جڏهن کان توکي ڏٺو آهي، تڏهن کان چٽ، چريو ٿي پيو اٿس.... نه آٿندي آرام، نه وهندي سک.... اصل سک ڦٽي پيو اٿس.... کيس پاڻهن جي ڪا کوٽ ڪانهي.... هينئر به سوني ڪنيارڻ کي وهاريو وينو آهي، جنهن جي انگ انگ ۾ اهڙي سونهن آهي، جو هلي ٿي ته ڌرتي ٿي ڏبي.... پر توکي ڏٺو اٿس ته منهنجو ويهڻ وهه ڪري ڇڏيو اٿس.... ماسي، اها پاڻهن نه ملي، ته آءٌ زهر کائي مرندس.... چيمس: صدقي وڃان، مون کان ڪيڏانهن ويندي، آسمان جي ڪا حور هوندي ته به ڪاهڻ ڪري آڻي تنهنجي سيج تي نه وهاريانس ته هيءَ منهنجي سينڌ، هي ٽون....“

مهرو اهو سڀ سرباٽ ٻڌندي رهي. هن اهڙيون ڳالهيون ڪڏهن نه ٻڌيون هيون، ۽ نه اهڙين ماڻهن سان ڪو واسطو پيو هوس. هن رڳو اهو ٻڌو هو ته ڪي رنون ڏوتيون ۽ ڪٽڻيون ٿبنديون آهن. ڪنهن ڏوتيءَ ۽ ڪٽڻ رن سان هن جو به واسطو پوندو، ان جو هن تصور به نه ڪيو هو. هن پانيو ته هن جي من اندر ڪو مچ ٻري پيو هو، جنهن ۾ ڪاوڙ ۽ چڙ سان گڏ ٻچان جا آڙاهه پئي ٻرياه هن جا لفظ هن جي اندر ۾ ڪنهن شئي کي ختم ڪري، وڍي ڪپي رهيا هئا ۽ ان مچ ۽ آڙاهه کي وڌيڪ مچائي رهيا هئا. الائي ڇو، هن جون اکيون پوسرڻ لڳيون. هن جون سنبون پيڙجنديون ڀيون. هن جي سموري بت ۾ سيون سيون لڳڻ لڳيون. هن جا چپ ٿڙڪڻ لڳا ۽ هن ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو، پر مائي هن کي گهوريندي چوڻ لڳي: ”صدقي وڃانءِ، منهنجي رئيس سان

ياري رکنديون ۽ نه سچو سون ۾ ڳاڙهو ڪري ڇڏينديون. راڻين وانگر راڄ ڪنديون: اڳيان پويان سون جهڙيون ٻانهيون ۽ گوليون پيون ڦرنديون.... انگل ڪنديون نه شهر ۾ نئون بنگلو به وٺي ڏينديون....“

هن ڪان وڌيڪ ٻڌو نه. تيو. ڪنن ۾ تاڙيون ۽ اکين اڳيان آنڌ اچي ويس ۽ هن جي دل چاهيو ته ٻاڪو ڦاڙي، ٻرڙاٽ ڪري روئي، ۽ پوءِ هن رن ڪي ڄنڊن کان جهلي لوڙهي کان ٻاهر ڪڍي ڇڏي. هن جو سڄو بدن رڦڻ لڳو ۽ هن منيون پيڙي، ڇپن ۾ چيو: ”رَنَ ڪُتِي!“

پوءِ هوءِ اتان آئي، ٿڙندي ٿاٻڙندي اندرين ڪوٺيءَ ۾ هلي وئي، ۽ هيٺ وڇايل تنئوريءَ تي گوڏن ۾ منهن وجهي ويهي رهي. وڏا وڏا ساهه کڻي، پنهنجي اندر جي مچ کي اُجهائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳي.

گهڙي ساعت کان پوءِ پاڇايس اندر آئي، پر هن گوڏن سان منهن مٿي نه ڪيو. پاڇايس وڏي، سندس مٿي تي هٿ رکيو ته، هن منهن مٿي ڪيو. هن کي خبر نه هئي پر لڙڪ سندس اکين سان لڙي هن جي چولي کي پسائي ويا هئا. پاڇايس ڇرڻ ورڇجي پڇيو: ”پر به تيو ڇا؟ هن ماڻيءَ تو کي ڇا چيو؟ تو هن کي ڇا چيو؟“

هن نمائين اکين سان پنهنجي پاڇائيءَ کي ڏٺو. اکين جي ڏنڌ ۾ پاڇايس جي منهن تي جيڪي ريکائون ڏٺائين، تن کي ڏسي رکو هن ايترو چيو: ”جيجان، هن رن ڏاڍيون ڪنيون ڳالهيون تي ڪيون، سو مون چيومانس: ”رن ڪتي!“

پاڇايس جي اکين ۾ ڪا سمجهه موٽي آئي ۽ ان سمجهه سان ڳڏ هڪ نئون اعتماد، ۽ هن لاءِ پاڻهه موٽي آيو، ۽ هن چيو: ”اِءِ به چوان، ته رن ائين تڙ تڪڙ ۾، اجرڪ ويڙهي، لوهه پائي ڇو وٺي پڳي؟.... هاڻ آئي، هت ڪاڙهي ۾ ته ساهه ته منجهي. بادشاهه پير شال ڇٽ ڪري هنن ننڍڪ

ڪاڏين ڏوتين ڪي....!“....

چئونري ڪِر سان پرجي ويئي، ۽ هن جي خيالن جو سلسلو ٻه ٽٽي پيو. وري وڏيري گهرام جا اهي اکر هن جي ڪنن ۾ وڄڻ لڳا: ”تيرهن تاريخ مون کي اوهان جي قبوليت نه پهتي ته پوءِ مون تي ميار نه رکجو: ٻانهن آءٌ زوريءَ ڪٺي ويندس!“ لفظ ياد ايندي ئي هن کي نئين سر بدن ۾ رڙهي پئجي ويئي. اوڏي مهل ٻري ٻڪري هڪڙي لت چئونري کي هڻي ڪڍي ۽ چئونري اونڌي ٿي پئي. اڇو اڇو کير پٽ تي ڦهلجي ويو، ۽ هوءَ ڪجهه دير ان اڇي اڇي هاريل کير کي گهوريندي رهي! ❋

# ( ٥ )

چوڏهينءَ جي چانداڻ سنڌ جي آسمان تي ايئن ڪڙندي آهي، جيئن ڪنهن نئين سهاڳڻ جي منهن ۾ حياء ۽ حجاب جو رنگ، پر اڄ ته چوڏهينءَ جو چنڊ ائين ڪاراٽيل هو، ڄڻ ڪنهن ڏهاڳڻ جو ورلاپ، آس پاس ويٺلن جـي دلين ۾ درد جو دونهون ٻڌجي ويو هو. مهروءَ جون اکيون ڏري ڏري چنڊ ڏانهن کڄي تي ويون: هن جي دل تي چاهيو تـہ ڪي ڪارا ڪڪر ڪارونيار ڪان اچي چنڊ کي ڍڪي ڇڏين، جيئن هن جو چونڊرو اونڌه جي تابوت ۾ بند ٿـي وڃي. اڄ چنڊ هن جو دشمن هو، هن جي [illegible] جو دشمن هو، هن جي چونڊري جو ويري هو، هن جي ڳوٺ [illegible] ري. اوچتو ڪنڌيءَ رنبي ڪئي، ۽ هن کان هڪ ٻ[illegible] ويو. هن جو سڄو بدن رڦڻ لڳو. سخت ڪاڙهو هوندي بـہ، هن جـي جسم ۾ اجهل سيءَ جـون ميخون چڀنديون ويون. هن جـي دل مـان پاراتو نڪري ويو: ”مٺي ناس ٿي! اڄ رات ته چپ رهه!“

هوءَ ڏڪندي ڏڪندي آٿـي، ۽ گهڙامنجيءَ تان دِلي کي ليٿائي، پاڻيءَ جـي ڇـل پريائين، ۽ پنهنجي سڪل ٽوٽ ڇپن تائين آندائين. هن کي ائين محسوس ٿيو ڄـڻ ڇـل جـي نڪر ۽ هن جي ڇپن ۾ ڪو فرق نه هو، پاڻي هن جي ڇپن کي آلو ڪرڻ بدران وڌيڪ اُڃائيندو ويو. هن جي تارونءَ ۾ ڇيندڙ ڪنڊا، وڌيڪ آلا ٿي، هن جي نڙيءَ کي وڌيڪ لهسائڻ لڳا. هٿ جي ڏڪڻ جي ڪري، ڇل جي نڪري هـن جي ڏندن سان لڳي، اهڙي کڙ کڙ ڪرڻ لڳي، جنهن جو آواز، هن سمجهيو ته ياچايس کي جاڳائي وجهندو. هن هراسجي، ڪنڌ موڙي پويان نهاريو، جتي ياچايس ستل هئي. ياچايس جـي

موجودگيءَ جو احساس نٿين سر ايندي ٿي، هن جي هٿن جي ڏکڻيءَ کي چڻ تہ ڌيرج اچي ويو، ۽ هن پاڻيءَ جي چُل خالي ڪري ڇڏي. پر هن جي اَج ۽ آسات نہ لٿي. هن چُل کي وري پرڻ لاءِ، دِلي جي ڪنگر تائين آندو، ۽.... پاڻيءَ جي بدران، دلو گهڙامنجي جي ڇنونڪ تسان ٽڙيو، هڪ وڏي ٽاڪئين نڪاءَ سان اچي هيٺ ڪريو! هن جي هڪڙي پير جو آڱوٺو دلي هيٺان اچي ويو ۽ هن ڪان دانهن نڪري وئي: "اٺي الا....!" پڳل گهڙي جون نڪريون، پري پري پکڙجي ويون ۽ اڇلجندڙ پاڻيءَ هن جي چولي جي آڳي ۽ سٿڻ جي پانچن کي پسائي ڇڏيو.

آواز تي پاچايس ڇرڪ پري اٿي ۽ ٻوڙندي وٽس پهتي: "اٺي امان ڇا ٿيو؟"

هن ڪوبہ جواب نہ ڏنو، اتي ئي ويهي رهي. ٻنهي هٿن سان، ڪٽي زخمي پير جي پپ کي جهليائين. چنڊ جي روشنيءَ ۾ دلي جي پور پور ٺيل نڪرين کي، ۽ هاريل پاڻيءَ کي ڏسي، پاچايس سمجهي وئي. پاپوهہ مان پڇيائين: "امان، ڌڪ تہ ڪونہ لڳئي....؟"

هن وري بہ ڪو جواب ڪونہ ڏنو. رڳو زور زور زورسان پير جي پپ کي نپوڙيندي رهي. سوز کان هن جي اکين ۾ لڙڪ پوسرڻ لڳا.

"اٺي ڇوري، ڏسان تہ...." پاچايس هيٺ جهڪي هن جي پير کي ڏنو. آڱوٺو سڄو رتايل هو، ۽ ننهن وٽ رت مڙي آيو هو. ننهن کان مٿي ڏوڏو نيرو ڪارسرو ٿي ويو. پاڻي ۾ آلي ٿيڻ ڪري، سٿڻ مرئي وٽ ڇنبڙي پئي هيس. پاچايس آهستي آهستي هن کي اٿاريو. اٿي ويهي، پير تسي ٿوروئي زور ڏنائين تہ ڪانئس وري دانهن نڪري وئي: "الا.... ميس!" ۽ وري اتي ئي ويهي رهي.

آواز تي پاڻس بہ اٿي آيو. هن کي پٽ تي ويٺل ڏسي، بہ سمجهي ويو تہ ڌڪ ڪو زورائتو لڳو هئس. ٿورو نٽڙي،

ڪلهن ۾ ٻانهن وجهي، هن کي اٿاريندي، چيائين: ”مڙيوئي خير، مڙيوئي خير ٿيندو.... شاباس، هند تائين هلي ڏس....“ ڀاءُ جي ڀاڪر جي ٻانهوڙ ۾ گهڙيءَ لاءِ هن کان سور وسري ويو، ۽ سندڪائيندي، هند تائين هلي آئي. ڀاڄايس جهٽ ۾ چلهه دکائي، ميڻ جو ڦهو ناهڻ لڳي. ڀاڻس هن جي ٽنگ ڏکهاڙي آڱوٺي تي آروس لاءِ هٿ رکيو ته هن کان وري دانهن نڪري وئي....

اڃا اها دانهن هن جي نڙيءَ ۾ ئي هئي ته هڪ خوفناڪ ڌڪاءُ ٿيو! ۽ پوءِ هن ڏٺو: ڀاڻس اڇل کائي، اونڌي منهن هن جي پيرانديءَ کان ٿيڙ کائي، وڃي پٽ تي ڪريو. هڪ نئين دانهن، هن جي نڙي ٻدران، هن جي دل مان نڪتي:”ڀائو....!“

هن جي رڙ چانڊوڪيءَ کي ڪنباڻي ڇڏيو. هوءَ سٽ ڏيئي اٿي: هن کي پنهنجو زخمي پير به ياد نه رهيو، ۽ ٿاٻڙجي ڀاءُ تائين آئي. هوءَ اتي ئي ويهي رهي. ڀاءُ کي سڌو ڪري، هن جو ڪنڌ هنج ۾ رکي، اکين اڳيان ايندڙ اونداهه مان هن ڏٺو: يار محمد جي منهن جو هڪڙو پاسو لوٺي کان ڪاڏيءَ تائين ايئن چچريل هو، ڄڻ ڪنهن مڏي ڪاتي سان ماس ڪوري ڇڏيو هجيس، لوٺي وٽ هڪ سوراخ مان رت ٻوڙيا ڏيئي وهي رهيو هو: ڪجهه رت ڪياڙيءَ طرف وارن ۾ ورچجي ويو هو، ڪجهه بند ٿيل اک تان وهي، ماس ـ ڪوريل مٿين چاڙيءَ مان، اندر هن جي نڙيءَ طرف وهندو ٿي ويو. يار محمد جي نڙيءَ مان خرخر جو آواز ائين اچي رهيو هو ڄڻ ڪو واڍو ڪاراٺيءَ سان ڪا ڪاٺي ڪپي رهيو هيو. رکي رکي، ڀاڻس جي جسم ۾ اوچتي اڇل ٿي آئي ڄڻ ڪا جيئري مڇي پاڻي کان ٻاهر اڇلون ڏيندي هجي. هن ان مهل پنهنجي ڀاڪر کي وڌيڪ پيڙي ٿي ڇڏيو. آس پاس ٿيندڙ فائرن جي خوفناڪ ٺڙاڏن جي باوجود هن جو اندر سنسان ٿيندو ٿي ويو، ۽ ٻنا ڪنهن ارادي جي، هن پنهنجي ٻوتيءَ سان، يار محمد جي اک ڏانهن ويندڙ رت اگهيو. اوڏيءَ مهل اوچتو هن ڏٺو: ڀاڻس جي

اڪ اڏوڪاري ڪلي، ۽ پوءِ سڄي ڪلي پئي. اها اڪ گهڙيءَ لاءِ هن کي گهوريندي رهي. هن پانيو چڻ تہ، اها اڪ ڪجهہ چوڻ چاهيندي هجي، پوءِ ان اڪ موٽ ڪاڏي: يار محمد جي جسم ۾ هلڪي اڇل آئي، ۽ اڪ جي ماٺڪي مٿي چڪجي ويئي....

ٻن ڪهرن ڪَهرن هٿن، هن جي ڪڇن ۾ هٿ ڦباڻي، هن کي ڇڪيو. اوچتي ڇڪ اچڻ تي، پاڻس جو ڪنڌ هن جي هنج مان لڙڪي، پٽ تي ڪري پيو. هڪڙو هٿ هن جي ڪڇ ڪان نڪري هن جي وات ۽ نڪ تي ڦٻي ويو. ٻيو هٿ جي ڪرائي، هن جي ڪاڏيءَ هيٺان اچي، ڏونٽ وٺان هن جي ڪنڌ ۾ وڪوڙجي وئي. ٻيو هٿ بہ ڪڇ ڪان نڪري، هن جي ڇاتيءَ ڪان ڏورو هيٺ وڪڙ ڪائي، هن جي ٻانهن ۾ ڦٻي ويو، ۽ هـن پـاڻ کي مٿي ڪچندو محسوس ڪيو. گهڙي لاءِ اوپري اگري پکهر جي بوءِ ڪيپاڙي ڪان ٿيندي، هن جي مغز ۾ ڦهلجي وئي. ان وقت هن هلڪي سرگوشي ٻڌي: ”رئيس، پـانهن سوگهي آهـي ... تـوهين هلو جيپ تـي، آءٌ ڪٽيو ٿو اچانس!“ ❋

نورل کي ڳوڻان آئي، هوئٽن ته کي مهينا ٻه ٽي ٿيا پر هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ ته هن کي ورهيه گذري ويا هئا. هن کي پنهنجا پڊ وسرندا ٿي ويا، انهن جي بدران هي نئون پٽ نئين سڄ نئون ۽ وڏيڪ پنهنجو پاسڻ لڳو. هن جي دل اکين ۾ لهي آئي هئي ۽ انهن اکين کي هر وقت ڪا ڳولا هئي، ڪا هوراکورا هئي. هن کي سمجهه ۾ نه ايندو هو ته هن جي اکين کي ڪنهن جي ڳولا هئي، ڇاجي هوراکورا هئي. سڄي چمار هن کي ڪڏهن به اهو محسوس نه ٿيو هو ته هن جي پاسراتين جي ٻويان ڪا دل به آهي. پر هاڻ، اوچتوئي اوچتو، هن کي دل جي موجودگيءَ جو احساس ٿيڻ لڳو هو. هن جي دل بنان ڪنهن سبب جي ڌڙڪڻ لڳي هئي ۽ ڌڙڪندي ڌڙڪندي ڏک گسائڻ لڳي. ياروءَ جي گهر ڏانهن وڃڻ جو سوچيندي ئي هن جي دل ماندي ٿيڻ لڳندي هئي. دل جي انهي ماندڪائيءَ کي گهٽائڻ لاءِ هو مامي جي ٻنيءَ تي هليو ايندو هو، ۽ مامي کي منٿ ڪري هرُ ڪاهڻ لڳندو هو. جهنگ وڃڻ لڳندو هو. ٻيو ڪجهه نه سُجهندو هوس ته وهڙي کي سگن ڪان جهلي، زور آزمائي ڪرڻ لڳندو هو. وهڙو به هن کي ايترو سڃاڻي ويو هو، جو هن کي ڏسندي شرط، دون هيٺ ڪري، سڱ آلاري بيهندو هو ۽ هڪڙي ڪُر سان زمين تي دڙهيا هڻڻ لڳندو هو. نورل کي گهڙي لاءِ پنهنجي دل جي آنڌ ماند وسري ويندي هئي. هن جون پنهنجون رڳون به وهڙي وانگر تڻڪجنديون وينديون هيون ۽ جڏهن هن جا هٿ وهڙي جي ڪهرن سڱن ۾ ڦبندا هئا، تڏهن هن جي دل ۾ فقط اهوئي خيال هوندو هو ته هو ايڏي طاقت لائي، ايڏي ته طاقت

لاءِ جو وهڙي کي ننگون پٽيون ڪرڻ تي مجبور ڪري وجهي. زور لاءِ وقت هن جي نڪ جون ناسون ڦندڻ لڳنديون هيون ۽ هن جي ناسن مان هن جي ساهه جو آواز سيٽيون ٻڌجي نڪرندو هو، ۽ وهڙي جي ناسن مان نڪرندڙ ڦوڪارن ۾ گم ٿي ويندو هو. جڏهن وهڙو وڏيڪ ست نه ساري، هڪڙو گوڏو پٽو ڪري، هن جي اکيان جهڪي پوندو هو، تڏهن هن کي پنهنجي دل جي ڌڪ ڌڪ صاف ٻڌڻ ۾ ايندي هئي. ست ڏيئي وهڙي کي اٿاري، سندس ڳچيءَ تي هڪ نئين پيار مان ٿڦڪيون ڏيڻ لڳندو هو ۽ پوءِ هن کي پنهنجو پگهر ۾ شل ٿيل جسم ياد اچي ويندو هو. هن جي دل جي ڌڪ ڌڪ ڍري ٿيڻ لڳندي هئي ۽ ان جي بدران هڪ عجيب ٿڪ هن جي بدن ۾ ڪر موڙڻ لڳندو هو. ان ٿڪ لاهڻ لاءِ هو واهه تي هليو ايندو هو. واهه ۾ تڙڳندي، هو ڪو وقت سنئون سڌو پاڻيءَ جي بستري تي، پٺ ڀر ترندو، پاڻ کي وهڪري جي آڌار تي ڇڏي ڏيندو هو!

هن جي من ۾ جيڪو ماندائپ متل هو، ان جو ڪو سڌو سنئون سبب، ڪو طرف، ڪو آڳو پيڇو هن کي سمجهه ۾ نه ايندو هو. هن کي رکي رکي اها ڳالهه ياد ايندي هئي ته اهو ماندائپ ان ڏينهن کان متو هو، جنهن ڏينهن هو شاهه شهيد جو ميڙو گهمڻ ويو هو ۽ جڏهن هو ٿاٽي تان ماستر کي ڇڏائي آيا هئا، آن ماندائپ جو منڍ شايد اهو واقعو هو: يا وري وڏيري گلڻ جي ياروءَ وارن سان ڪوچرائي. هو جڏهن به انهن واقعن کي ياد ڪندو هو، تڏهن هن کي ماستر جي اکين جا لڙڪ پنهنجي اکين ۾ لهندا محسوس ٿيندا هئا. يا وري هن کي ڪنهن جو رت ۾ ڳاڙهو ڏورو ياد ايندو هو، ڪنهن جون هيسيل هراسيل اکيون ياد اينديون هيون ۽ اهي ٻول ياد ايندا هئا ته ”ادي، انهيءَ کان سري وڃون ها ته چڱو. ڪو ڪانڌي، ڪلهو ڏيڻ لاءِ ته ترسي ها!“ اهي لفظ به هن کي

پنهنجي دل ۾ لهندا محسوس ٿيندا هئا.

ان کان پوءِ هن جو سمورو وقت انهن ٻن سنڌن ۾ ورهائجي ويو هو. هن جي سموري ڪائنات جو اتر ۽ ڏکڻ اهي ٻه سنڌا هئا. هو ڪڏهن اتر ويندو هو ته ڪڏهن ڏکڻ ڀي پوندو هو. ماستر سان هن جي ياري وڻ ويڙهيءَ وانگر هن کي ويڙهيندي ويئي. الائي ماستر جي ڳالهين ۾ ڪهڙي ڳالهه هئي جو نه سمجهندي به، هو پائيندو هو ته اهي ڳالهيون هن جون پنهنجيون هيون، جن کي سمجهڻ جي هرويرو ضرورت به ڪانه هئي. پلا ماڻهو ان ڳالهه کي ڇا سمجهڻ جي ڪوشش ڪري ته هن کي ٻه هٿ آهن، ٻه پير آهن، ٻه اکيون آهن، ٻه ڪن آهن ته هن کي بک لڳي ٿي، اُڃ لڳي ٿي؛ ٿڪ ٿئي ٿو، ننڊ اچي ٿي. ماستر جون ڳالهيون به ائين هيون ته هڪڙا هن وانگر، هن جي مامي وانگر ۽ هزارين لکين ڪڙمين وانگر پورهيت هئا ۽ ٻيا وڏيري گهرام، وڏيري گلڻ ۽ سيٺ ٽيرومل جهڙا ماڻهو هئا، جن ڪڏهن به ڪو پورهيو ڪونه ڪيو هو. پورهيت پورهيو ڪري جيڪي اپائيندا هئا، سو هنن جو پنهنجو نه هو: وڏيرا ۽ سيٺيون پورهيو ڪين ڪندا هئا، ڪجهه ڪين اپائيندا هئا، تڏهن به سڀ ڪجهه هنن جو پنهنجو هو. ٽپان ڪمدار هئا، ڪاراوا هئا، مولوي هئا، صوبيدار هئا، ڪامورا هئا، جيڪي پورهيتن جو پورهيو ميڙي چوندي ديناداستي وڏيرن ۽ سيٺين جي حوالي ڪندا هئا، پنهنجي وَت ڪٺندا هئا، ۽ ”شهنشاهه اسان جي کي، سلامت رک خداوندا!“ جهڙا گيچ ڳائيندا هئا.

مونجهارو فقط تڏهن ٿيندو هو، جڏهن هڪڙو سوال هن جي دماغ جي ڪنهن ڪنڊ ۾ پوسرڻ لڳندو هو ته ائين ڇو آهي؟ ماستر هن جي اکين ۾ اهو سوال پڙهي، گهڙي دير ماٺ ٿي ويندو هو، ڇڻ ته هو هن کي سمجهائڻ جي باري ۾ دل مڙ ڪندو هو ته هن سان حقيقت بيان ڪري يا نه. پوءِ ڇڻ

پنهنجي پاڻ سان ڳالهائيندي چوندو هو: ”نورل، ائين ڇو آهي، اهو ڏاڍو وڏو سوال آهي. ڏاڍو ڏکو سوال آهي! ايڏو ڏکو جو تنهنجي منهنجي حياتي ان کي سمجهڻ لاءِ ڪافي نه آهي. پر تو مون لاءِ اهو سمجهڻ هرويرو ضروري به نه آهي ته ائين ڇو آهي. ائين ڪٿي سمجهه ته ائين آهي، پر اهو سوال وڌيڪ ضروري آهي ته ائين هئڻ گهرجي يا نه. جيڪڏهن نه ته، اسين ان کي بدلائڻ لاءِ ڪجهه ڪريون يا نه. نه رڳو هتي، پر جتي ڪٿي، خدا جا ڪي بندا ان ڪوشش ۾ آهن ته ان کي بدلائين ۽ اهڙو ڪو بندوبست ڪن جو ڪير ڪنهن جو حق نه ماري، ڪو وڏيرو ۽ سيٺ نه هجي جو ڪنهن هاري ۽ پورهيت جو پورهيو ايئن ديناداستي ڪٿي وڃي!“

نورل ان جواب کان مطمئن نه ٿيندو هو ۽ بي‌اطميناني گهنجي ٺجي، هن جي نرڙ تي اڀري ايندي هئي. ماستر به چڻ ڦڪو ٿي چوندو هو: ”آءٌ ان ڪتابن جا پڙهي به، توکي سمجهائڻ جهڙو جواب ڏيئي نه سگهندس!“

هڪ ڏينهن ته نورل ڌري گهٽ ماستر سان ڪارڙجي پيو هو. ٿيو ڇا جو ڪاتيارن جي ڳوٺ جا به همراهه ماستر وٽ مزمان ٿي آيا. نورل جڏهن به ماستر وٽ ايندو هو تڏهن هن وٽ به ٿي همراهه هميشه ڏسندو هو. هو جيڪي پاڻ ۾ ڳالهائيندا هئا، نورل خاموشيءَ سان ويٺو ٻڌندو هو، ڪڏهن به وچ ۾ نه پوندو هو، نه ڳالهائيندو هو. ڳالهيون به اڪثر اهڙيون هونديون هيون، جن جي هن کي ڪا خبر نه هوندي هئي: سياست جون ڳالهيون، قانون جون ڳالهيون، جنگ جون ڳالهيون، آزاديءَ جون ڳالهيون، انگريز ۽ جرمن جون ڳالهيون! ڪڏهن وري چونڊن جون خبرون، ووٽن جي لسٽن جون ڳالهيون، وزارتن جا مامرا، ڪانگريس ۽ ليگين جا مقابلا ۽ جهيڙا — اهي ڳالهيون نورل لاءِ نيون به هيون ته اوپريون به. هن کي انهن ۾ ڪا دلچسپي محسوس ٿي نه ٿيندي هئي.

خوش خيرعافيت ڪان پوءِ حالي احوالي ٿيا ته خبر پيس
ته پير جانڻ شاهه واري جاگير تان لاکن جي پنجاهي گهرن کي
بيدخل ڪيو ويو هو، جيڪي انهيءَ زمين تي پيڙهين کان هر-
هاري هئا. سڄي ڳوٺ کي پوليس گهيرو ڪري ويٺي هئي پر
لاکا به مرڻ مارڻ لاءِ تيار ويٺا هئا. هو ڪنهن به صورت ۾
پنهنجا اباڻا پٽ ڇڏڻ لاءِ تيار نه هئا. هنن جو چوڻ هو ته
اسان جي ابن ڏاڏن هن زمين کي رت جو ريج ڏيئي آباد ڪيو
آهي. پڊن کي پري، جهنگ ۽ ٿوهر وڍي، ڪاٽيون ڪڍي زمين
کي آباديءَ لائق ڪيو. پير جانڻ شاهه جي ابي ۽ خود سندس
چوڻ تي زالين مڙسين بيگرون وهيون آهن. هنن جي وڏڙن جا
مقام به انهيءَ زمين تي آهن- هاڻ جڏهن زمينون پليون ٿيون
آهن ته هوکين بيدخل ٿو ڪري. رڳو ان ڪري جو جڏهن
کان لاهور مان نئين بيبل آئي وهاري اٿس ته ان جا مائٽ
ڪتان ڪتان اچي لڌا لاهي ويٺا آهن- چي: سنڌي هاري
پورهيو نٿا ڪن، سو زمينون اسين وڌيڪ سٺيون ڪيڙينداسون.
آقي باقي جو پرپاسي ۾ هڪڙي رٽائرڊ صوبيدار ملڪ جهانداد
خان اچي زمينون سنڀاليون هيون، ۽ هاري به پنهنجي ملڪ
مان آندا هئائين، تنهن جي زمينداريءَ جي هاڪ پڌي پير
جانڻ شاهه اصل مٿو پڌي بيهي رهيو هو ته لاکن کي لڏائي،
نوان هاري جهليندس. ملڪ جهانداد خان جو ڏکو سڄي تر ۾
مچيل هو: جڏهن نوڪريءَ ۾ هو، تڏهن حرن واري ويڙهاند
۾ هن اهڙا "ڪارناما" ڪيا هئا جو سپاهيءَ مان چاڙهي
صوبيدار ڪيائونس ۽ انعام ۾ پليون زمينون ڏنائونس. جيڪي
ماڻهو جهليا هئا، تن کان سڄي ڪرائڻ لاءِ کين جهانداد خان
جي حوالي ڪندا هئا. ان وقت هو ملڪ جهانداد خان بدران
پنهنجي اصلي نالي سان "جهاڙو" سڏبو هو. عام ماڻهو کيس
"چيتڙو" سڏيندا هئا. هو ان نالي تي ڏاڍو خوش ٿيندو هو.
هن کي هوندئن ته سڄي ڪرائڻ جا سڀ انگ ۽ ڪرتب ايندا

هئا: پيرَ ڪٽڻ، مڇون پٽڻ، اَبتو ٽنگڻ، ڪلهن جي ڦٽين ۾ ٻاچاري ٻڌڻ، ننهن پٽڻ، نارڪ هندڻ تي ڏنپ ڏيڻ، ڏنڊي لنگهائڻ ۽ جنهن ڳالهه هن کي سڄي سنڌ جي پوليس ۾ مشهور ڪري ڇڏيو، اهو فن رکيو جهاڙي کي ڏي ايندو هو. ڇا ڪندو هو جو جوابدار کي آنورن جي مٿان حجامن وارو چمٽو چاڙهي ڇڏيندو هو. سندس ٽاڻي تي سدائين اَستو امام دين حجام سندس سنوارت لاءِ سڏيو هو، پر هن جو اصل ڪم اهو چمٽو چاڙهڻ هو. اَستو امام دين پنهنجي حد جو چالاڪ سڄاتل حجام هو ۽ ظهر وهارڻ ۾ هن جي هاڪ ملڪان ملڪ مشهور هئي. چمٽو چاڙهي، هڪڙي هٿ سان مصريءَ جي ڳڙي نينگر جي وات ۾ وجهندو هو ۽ ٻئي هٿ سان پاڪيءَ جي هڪ ڌي گهڪي سان لوٽڙي وچي ڀري ڀوندي هئي ۽ اوطاق ۾ "مبارڪون" "لک لک مبارڪون" جو هل هنگامو مچي ويندو هو، ۽ اَستوءَ امام دين سوٽا مينهن ڪاهي ويندو هو. پوءِ جڏهن جهاڙو صوبيدار ٿي آيو ۽ استي امام دين سان سندس ڏيٺ ويٺ ٿي، تڏهن کان استي امام دين جو ڏس پتو ٽاڻي تي ٻڌبو هو. هن جو چمٽو هاڻ جهاڙي جو هٿيار بڻجي ويو. ڪنهن کان سچي ڪرائڻ وقت اَستو امام دين، جڏهن هيٺ جهڪي آنورن مٿان چمٽو چنبڙائي، پاڪيءَ کي هٿ جي ترئيءَ تي ڦتڪا ڪڍائيندو هو، تڏهن ڇڙن ۾ پڙ پڙ ڪري چوندو هو: "هاءِ هاءِ! ههڙو سهڻو جوان سچي عمر تاڙيون وڃائيندو.... هاءِ هاءِ!" ۽ پوءِ هن جي آواز جو پڙاڏو ٽاڻي ۾ گونجندو هو: "سائين، هاڻ هن مسڪين تي رحم ڪريو! ڇئي ٿو ته سچي ٿو ڪريان!"

جڏهن کان زميندار ٿيو هو، تڏهن کان هو جهاڙي مان ملڪ جهانداد خان سڏجڻ لڳو. جيئن جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن تيئن آس پاس جا دنگئي وڏيرا هن جا سلامي ٿيندا ويا. هو هنن کي لاهور گهمائڻ وٺي ويندو هو ۽ واپس ورڻ تي وڏيري جي بغل ۾ ڪا نئين بيبل هوندي هئي. ڪجهه وقت گذرڻ

کان پوءِ اهو ئي وڏيرو پنهنجي زمين ٻـ ملڪ جهانداد وٽ گروي رکندو هو، ۽ منٿون ميڙون ڪري ڪيس لاهور ۽ ڪراچي هلڻ لاءِ هاڏو ڪرائيندو هو. ڪي وڏيرا وري پنهنجن هارين نارين يا ويرين کان وير وٺڻ ڪاڻ، ٻڌ-چوڙ لاءِ ٻه ملڪ جهانداد جي در جا سلامي هوندا هئا، جو حد جا صوبيدار ۽ وڏا جمعدار ملڪ جهانداد جا پولٽا نيازمند يا مٺ مائٽ ئي مقرر ٿي ايندا هئا ۽ ڌر ۾ ڪا واردات ٿيندي هئي ته اهو ملڪ جهانداد ئي هوندو هو، جنهن جي صلاح مشوري سان واردات جا جوابدار سڳ سوڌو جهلجي پوندا هئا. اوڙي پاڙي ۾ جڏهن ٻه مال ڪاهيو هو تہ پاڳيا سڌو اچي ملڪ جهانداد جو در جهلبندا هئا ۽ هن جي ناموس اهڙي هئي جو هڪڙي ڏينهن پاڳيا پنگ ڏيئي ويندا هئا تہ ٻئي ڏينهن وهٽ پاڳين جي مالڪن ڏي پهچي ويندا هئا.

ماستر لاڪن ڪي اها صلاح ڏني تہ مڙي وڃڻ ۽ پوليس سان مقابو ڪرڻ بدران لڏي وڃڻ. نورل جون منيون پيڙجي ويون. هن جي اکين ۾ ڇڻ لوڻ ٻُرڪجي ويو ۽ رتايل اکين سان، ماسترڪي شوڪي ڏسندي چيائين: ”ماستر، پنهنجي جوءِ ۽ اباڻا پڊ ڇڏي وڃڻ جي صلاح ڏيڻ کان اڳ ڪجهہ تہ ويچار ڪرين ها!“ ماستر گهڙيءَ لاءِ نورل جي اکين ۾ نهاريو: انهن ۾ برندڙ مچ ۾ گهڻي دير نهارڻ جو تاب نہ جهلي، هن ڪنڌ ڪٺي هيٺ ڪيو. ٻڪندي چيائين: ”ويچار؟ ڪهڙو ويچار ڪريان ها؟ اهو تہ پلي وڏي ويڙهاند ٿئي؟ پلي تہ ڪنڌ ڪرڻ؟.... آءٌ شهر وڃي، وفد ناهي وزيرن سان مليو آهيان؛ ڪامورن سان ڳالهايو سون؛ وڪيلن سان صلاحون ڪيون اٿم.... جتي جتي وياسون؛ اتي پير جانڻ اسان کان اڳ ۾ وڃي پهتو آهي. ملڪ جهانداد پوليس ڪمانيءَ سان ملي آيو آهي، سڀ چون ٿا تہ لاڪن ڪي سمجهايو تہ جهيڙو ٿارين ۽ پوءِ ڪورٽ جا در کڙڪائين. باقي جيڪڏهن جهيڙو ٿيو تہ زمينون ٻه وينديون

تہ مڙس بہ ماراڻيندا ۽ باقي همراہ بيدريافتا پيا جيلن ۾ سڙندا، سنها بچا رلي ويندن...."

"پر ماستر تو تہ چيو ٿي تہ انگريز جو قانون ڏاڍو برجستو آهي...." نورل پهريون ڀيرو ماستر کي چڙب ڏني، پر کيس ڪا شرمساري نہ ٿي.

ماستر ڪجهہ عاجزيءَ سان ۽ ڪجهہ ورچجي چيو: "نورل، انگريز جو قانون برابر برجستو آهي پر اهو قانون جيسين حرڪت ۾ اچي، تيسين لاکن جو جڻ بچو رلي ويندو.... رڳو پير جانڻ شاہ يا ملڪ جهانداد جي ڳالهہ هجي ها تہ آءٌ پاڻ ڪهاڙي کڻي وڃي لاکن سان گڏ بيهان ها.... پر هن وقت لاکن جي سامهون پوليس، قانون جي لٺ کنيو بيٺي آهي...."

نورل کي ڪا ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ پئي آئي، سو وري چيائين: "پوءِ تو وارو قانون ڪيڏانهن ويو....؟"

هاڻ ماستر کي بہ ڪاوڙ اچي ويئي، ۽ هن رڙ ڪندي چيو: "وڏو ڪو اٽ مغز آهين! تو کي ڪيئن سمجهايان تہ انگريز وڏيري جي ڪلهي تي چڙهيو ويٺو راڄ ڪري: ۽ هي قانون بہ وڏيرن جو ناهيل آهي جيڪي اسيمبلين ۾ چونڊجي ويا آهن. وڏيرن جو قانون پهرين وڏيرن جو بچاءُ ڪندو آهي ۽ پوءِ ٻئي ڪنهن جو.... قانون تائين پهچڻ لاءِ بہ پئسو گهرجي، سو پير جانڻ شاهہ وٽ آهي: لاکن غريبن وٽ پنهنجي کائڻ لاءِ ئي ڪي ڪجهہ ڪونهي تہ قانون تائين ڪيئن پهچندا؟"

"تہ پوءِ اهڙي قانون کان تہ پيگ ڀلي آهي. واهہ جو قانون آهي! اهڙي قانون جي ڪچي مروتجي تہ چڱو: نہ هوندو ماڻهون، نہ هوندا ڪوڙا آسرا!...." نورل کي هاڻ ڪاوڙ نہ هئي. هو بہ ورچجي پيو هو. هن جي لوڻن ۾ رت ڏنئون ڏنئون ڪرڻ لڳو هو: بي‌سبب، اجائو، اوچتو.

پوءِ لاکن کي چيائين: "ياڻو.... هي ماستر ڀلي ويندا ٻارن کي ڪوڙا ڪتاب پڙهائين: پاڻ هلو تہ هلون، منهنجو

سر اوهان سان لڳي....“

هو لاکن سان گڏجي سندن ڳوٺ آيو. هن جي اندر ۾ وڏي ويڙهه جاري هئي: پر ماستر سان ائين ڳالهائڻ جو مونکي ڪو حق ڪونه هو: متان ماستر سچي ڳالهه تي ڪئي.... نه نه، ماستر ڊڄڻو هو، ڪائر هو، ملڪ جهانداد جو نالو ٻڌي ڊنو هو يا پير جانڻ شاهه سان وڃائڻ نٿي گهريائين! نه نه، ائين ڪونهي. ماستر ڪوڙو مڙس نه هو.... پر هي پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو رکي وڏيون وڏيون ڳالهيون ڪندا آهن. هو ڳالهه ۾ سياست پيا سوچيندا.... نهيو، سوني ماسترڪسان ڪئي ڳتا لفظ بشڪ ڪرائيندس....

۽ پوءِ جڏهن وڏي ويڙهاند تي، تڏهن هن ائين تي پانيو جڻ هو پاڻ لاکن مان هو: هي جوءِ هن جي هئي؛ هي پڊ هن جا هئا؛ هن جي ابي ڏاڏي جي رت هنن زمينن کي ريج ڏنو هو: ۽ هي مقام هن جي ابن ڏاڏن جا مقام هئا. هن پانيو ته هو شاهه شهيد جو فقير هو، ۽ هيءَ ويڙهاند مغل لشڪرن سان هئي. لاکا خود حيران هئا ته هي همراهه، جنهن جو هنن سان نه تاجي نه پيٽو، سو هنن سان گڏ، هنن لاءِ ائين وڙهيو جيئن ڪو لاکو به نه وڙهيو. جڏهن پوليس جو گهيرو ٽوڙي، هن پير جانڻ شاهه تي لومڙ ڪئي، تڏهن هن جي من ۾ ماستر جا اهي لفظ پئي هُريا: ”انگريز وڏيري جي ڪلهي تي چڙهيو وينو راڄ ڪري!“

پير جانڻ شاهه جيسين پنهنجو پستول سنڀالي، تنهن کان اڳ هن جي کهاڙي، هُن جي مغز کي ڏاري ويئي. ۽ پوءِ اوچتو مانس تي ويئي. فئر بند ٿي ويا.... فقط اهي لفظ هن جي ڪن پيا ته ”هيلي لاکا ڏاڍا مڙس آهن!“

نورل کي ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نه پئي آئي ته هن کي جنهن ڪنهن پاڪر چو ٿي پاتو: هو پاڻ ته لاکو ڪونه هو، پر هر ڪنهن لاکي جي پاڪر هن جي ڪن ۾ اها سرگوشي ٿي

ڪئي ته، تون اسان جو آهين. اسين تنهنجا آهيون. ايئن به ٻڌندو آهي پاڻو ته رت جي رشتن بنان به ڪي ميٽ ٿي پوندا آهن. هن جي اکين ڪي انهي سرگوشي پوسرائڻ شروع ڪيو ۽ ڪنهن ڏنڊ مان هن ڏنو ته ڏکيل ماڻهن ڪي ڪتن تي سمهاري شهر نيڻ جون تياريون پئي ڪياڻون. هن جي سڄي بدن ۾ پنواتيون پئي پيون. هن سوچيو ته آءُ شايد ٿڪجي پيو آهيان. ان مهل هن هڪ بيو پڙڪو ٻڌو: ”ماستر، نورل ڪي ننڊ اچي ويئي آهي.... تون خبر ڪر ته ٿاڻي وارن ڇا چيو؟“

۽ پوءِ هن ماستر جا لفظ ٻڌا: ”پوليس صوبيدار پاڻ ڪونه هو پر مون رپورٽ درج ڪرائي ڇڏي آهي .. پوليس سموري پنوهرن جي ڳوٺ چڙهي ويئي آهي.... يارو پنوهر واري خون جي واردات تي...؟ وڏيرو گهرام پنوهرن جي ٻانهن ڪٽي ويهو....“ ❋

هن جي من ۾ اونده دٽ هنيو پئي هئي؛ انهيءَ اونده ۾ ڪنئين پاڇولا هئا– خوف، بيوسي ۽ نفرت جا پاڇولا، جن جو اصل جسم هن جي پهچ کان ٻاهر هو. رکي رکي اهي پاڇولا، دٽ-هاڻا، پاڻ-وهيڻا، هن جي اکين جي لڙڪن جي ڌنڌ ۾، ياروءَ جو لاش بڻجي ٿي ويا، جنهن جي هڪڙي اک اڃا تائين هن کي گهوري رهي هئي. هن اک ۾ نهارڻ، ڪجهه ڳولڻ، ڪجهه سمجهڻ، ڪجهه پروڙڻ جا ڏاڍا جتن ڪيا، پر اها پنڊ پهڻ اک هن کي ڪجهه ٻڌائيندي به خاموش هئي، ڪجهه سمجهائيندي به بي‌سمجهه هئي، ڪجهه ڏيکاريندي به بي‌نور هئي. جڏهن ڪا سمجهه، ڪا پروڙ هن جي ذهن ۾ جاڳ ٻجي آئي، تڏهن ان اک جي ماڻڪي مٿي ڇڪجي بي‌نور پهڻ ٻجي ويئي: ان وقت هن، ڪنجهي جي وٽيءَ جهڙو آواز ٻڌو: ”آئي آئون گهوري وڃانءِ، اکيون ته کول.... مائي، مون کي ته اڃي مٿو اهو وهم ويٺو ته تون وڃي الله کي پرتئين....!“

مهروءَ اکيون، هري هري کوليون، پر سامهون ويٺل زائفان تي نظر پوندي ئي، وري زور سان بند ڪري ڇڏيائين. هن جي دل ۾ وري سيڙ پئجي ويئي، ان سيڙ مان ڇڻندڙ رت، هنجي اکين ۾ لڙڪ ٻڻجي آيو.

”رن ڪُتي!“ هن کي پنهنجا اهي چيل لفظ ياد آيا. هن کي يقين نه آيو ته اهي لفظ هن کي رڳو ياد آيا، يا هن جي چپن وري چئي ڏنا.

”ڇوري، مونکي جيڪي گاريون ڏيڻيون هجئي، سي ڏئي وٺ، پر رب جو پلاند اٿئي، اکيون ته کول: تون جي ايئن ماٺي ٿي پئي هونديئن ته رئيس نئديو منهنجو چوٽ پٽي،

اصل اگھاڙو ڪري ڪيندم!“

مهروءَ جي اکين ۾ لڙڪ گھڻو وقت جالي نه سگھيا، ۽ ڇپرن جا بند ٽوڙي، هن جي ڳلن ڪي اورانگھڻ لڳا. ”ائي مٺي، ڇو پئي پنهنجا ڳچ ڳارين: جيڪي ٿيو، سو ٿيو. پنهنجي ڪٿي جو نڪو ويڄ، نڪو طبيب. جي منهنجي مڃو ها ته نڪي رئيس ڪاوڙجن ها، نڪي اهڙا هاڃا ٿين ها.... هاڻ، ائين اونڌي منجي ڪرڻ سان ڪو يارو وري جيئرو ڪونه ٿي پوندو.... رئيس وڏي ٿي ڇيو ته پنوهرن پنهنجي پاڻ سان ڪٿي آهي. جي سنئون سنواٽو سگ ڏيڻ لاءِ ’ها‘ ڪن ها ته هرويرو ماٺهن مارڻ جو ڪو هن ڪي شونق ڪونه هو.... هاڻ آٿ، اهي نخرا ڪونه ٿا ٺهن.... اچي هان، هي پاڻي پيءُ، پنهنجو جيءُ سڃو ڪر ته آءٌ وڃي رئيس نندي ڪي ڇاڻ ڪري اچان! ٻه ڏينهن، ٽي راتيون، حرام جو آرام ڪيو هجيس.... جيڏي مهل اچي ته ٻچي ته پلا جي نتي هوش ۾ اچي ته شهر ڪان داختر ڪي وٺي اچان.... اصل سک ڦٽو پيو اٿس.... ڏاهي ٿي، هاڻ انگل ڇڏ....!“

ڪنجهي جي وٺيءَ مان اٿندڙ اهي لفظ مترڪن وانگر هن جي دل ۾ ڪهرام مچائيندا رهيا. پر هاڻ هن جي اکين مان وهندڙ لڙڪ بند ٿي ويا. هن جون نئيون پيڙهي ويون. نفرت ڳنڍ ٻڌجي هن جي نڙيءَ ۾ ڦاسي پئي. هن جي دل عجيب رفتار سان ڌڙڪڻ لڳي. هن جي ڪنن ۾ رت ڦوڪجي، ڌڙهيا هڻڻ لڳو. هن جي ڪنن مان چڻ دونهان نڪرڻ لڳا. پوءِ هن ۾ الائي ڪٿان طاقت آئي. هن ڇال ڏيئي، پنهنجا ٻئي هٿ ڪٿي زائفان جي ڄنڊن ۾ وڌا. مهرو چڻ چٽي ٿي پئي: هن جي ٻانهن ۾ جيتري سگهه هئي، ان سان هن جي ڄنڊن کي پٽيندي، ڌونڌاڙيندي رهي. سندس چپن ۽ ڏندن مان بار بار اهي لفظ ڇيرجي نڪرندا رهيا: ”رن ڪُٽڻ.... رن ڪُٽڻ.... رن ڪُٽڻ.“

”اٺي مٺي، ڪهڙو جين پيئه.... ڇڏ منهنجي چنبن ڪي.... اڙي گهوڙا ڙي....“

هن جي چيٽن ڇڻ مهروءَ جي نفرت کي ڪا نئين مهميز ڏيئي ڇڏي. ياروءَ جو رت هن جي اکين ۾ لهي آيو هو. هن کي ائين چنبن ڪان ڇڪيندي، هن ڪٽ ڪان هيٺ ٽپ ڏنو. ماٺي گهلجي، ڇڪجي، اهڙيءَ طرح اونڌي لڙڪي پئي، جو سندس ڏڙ ڪٽ جي پيراندي‌ءَ تي هو ۽ سندس سسي ڪٽ جي پاڳي ۽ اِيس جي وچ ۾ لڙڪيل هئي، پر سندس وار مهروءَ جي هٿن ۾ سوگها هئا. مهرو پوري طاقت سان وارن کي هڪ جهٽڪو ڏنو ته گهنڊيدار وارن جو هڪ مُڇو سندس هٿن ۾ اچي ويو، هوءَ ٿاڻڙجي پويان ڪري پئي. ان وقت هن دانهن ڪئي! ”اڙي الاڙي.... اڙي مري ويس.... گهوڙا .. !“

مهرو پاڻ سنڀالي اٿي، ۽ اکين جي ٽنڊ کي جهٽڪيندي، ٻئي هٿ ڪٽي ماٺيءَ جي نڙيءَ ۾ وڌائين. هن کي گهوگهٽا ڏيندي ماٺيءَ جو ڪنڌ مٿي کڻي، سندس مٿو زور سان ڪٽ جي پاڳي سان هڻندي، پهريون پيرو زور سان رڙ ڪيائين: ”رن ڪُٺڻ.... !“

ڪٽ جي پاڳي سان ماٺيءَ جي مٿي ٽڪرجڻ سان ”ڏبڙڪ“ جو گهڪهو آواز، هن ڇڻ ٻڌو اڻٻڌو ڪري ڇڏيو ۽ ور ور ڪري هن جو مٿو پاڳي سان هڻندي رهي. ”رن ڪٺڻ.... رن ڪٺڻ....“ جا لفظ ڇڻ هن جي زبان ۾ چنبڙي پيا هئا!

اوچتو هن جا هٿ ٻيهي رهيا. ماٺيءَ جي مٿي مان ڦٽي نڪرندڙ رت جي آلاڻ محسوس ڪري، ڇڻ پاٺيهي پاڻ ٻيهي رهيا. هن کي يقين نٿي آيو ته اهو رت هو. عجب ۽ حيرت مان، هن هٿ ماٺيءَ جي سسي مان ڪڍي، پنهنجي سامهون آندا: ڳاڙهو ڳاڙهو، گهاٽو ڪارسرو رت، هن جي هٿن جي ترين مان هن کي گهورڻ لڳو. اهو رت ڏسي هن کي پنهنجي ٻاءُ ياروءَ جو ڇهڇ ڳاڙهو رت ياد آيو. اها ياد ايندي ئي، هن

جي ٽنگن مان ست چڙائي ويو. هن جي پيٽ-وَرَنَ ۾ ڪو جذبو آيڙڪو ٻڌجي اڀريو ۽ هوءَ اتي ئي ويهي آت ڏيڻ لڳي. هن جو سارو وجود چڻ ٻاهر اچڻ لاءِ آتو هو. لڙڪن جو احساس، هن جي اندر آئندڙ پنوائين ۾ سمائجي ويو. انهيءَ ڏند مان هن مائيءَ جي بي‌سڌ مڙهه ڏانهن نهاريو.

”هي مون ڇا ڪيو؟!“ اهو سوال هن جي نگاهن ۾ پوسرڻ لڳو. هن جي دل ۾ هڪ وڏو خال پيدا ٿي پيو، ۽ پوءِ اهو خال هيٺ لهي، هن جي پيٽ ۾ هڪ اڇاتي خوف جي ڪڏ ٻڌجي ويو. هن جي دل چاهيو ته هوءَ رانپات ڪري روئي، اوچنگارون ڏئي، سڏڪا ڀري، پار ڪڍي ”پارو.... منهنجا پائڙا پارل ... منهنجا ادل....!“ پر هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ هن جي اندر ڪا شئي مري ويئي، جيڪا هن جي پنهنجي وجود جو هڪ حصو هئي.

اوچتو هن پريءَ کان ايندڙ قدمن جي آهٽ ٻڌي. هن جي سموري جسم ۾ ڪا ڪنوڻ ڪڙي ويئي. هن کي رڻٿي وٺي ويئي. ٻنل هرڻيءَ جيان هن هيڏانهن هوڏانهن نهاريو. ڪٽ تي زائفان جي اجرڪ تي نظر پيس. جهپ هڻي اجرڪ کڻي، پاڻ کي ان ۾ ويڙهي هن دروازي کان ٻاهر لوهه پاتي. سامهون وڏو اڱڻ هو. اڱڻ اڳيان ڏيڍي هئي ۽ ڏيڍيءَ کان ٻاهر.... ان تي هن سوچڻ به نٿي گهريو!

اڱڻ ٽپي، جڏهن مهرو ڏيڍيءَ ۾ پهتي، تڏهن هن جي ٽنگن مان ساهه نڪري ويو. هڪڙو دنبر مڙسالو، هڪڙي مُوڙي تي ويٺو هو، در کي ٽاڪي چڙهيل هئي ۽ در جي اوت ۾ هڪڙي بندوق ۽ هڪڙي ڪهاڙي رکيل هئي.

”مائي بابا.... ڪيڏانهن؟“

هن چوڻ چاهيو ته ”ٻاهر“ پر هن جي چپن مان ڪوبه آواز نه نڪتو. هن جي نڙيءَ ۾، هن جي ساهه جي ڳنڍ، ائين اٽڪي پيئي هن جو هينئون ساهه هيٺ، مٿيون ساهه مٿي

رهجي ويو.... ۽ پوءِ هن پنهنجي پويان ڪنهن جي ساهه جو هانبارو ٻڌو. ٻن ٿلهين سگهارين ٻانهن ڪلهي هن کي ياڪر ۾ مٿي ڪنيو. ڪوڙڪي ۾ ڦاٿل پکيءَ وانگيان، هوءَ انهن ٻانهن ۾ ڦٿڪڻ لڳي. انهن ٻانهن جي سگهه کان وڌيڪ هن کي انهن ٻانهن جي وارن جو احساس ٿيو، ۽ هن کي جيپ جي اسٽيئرنگ جي چوڌاري وڪوڙيل وارن سان جهنجهيل ٻانهون ياد اچي ويون.

”رئيس، توهين هلو اندر.. ٻاهر جي ڪا ڳڻتي نه ڪريو..“ دنير مڙساڻي جي آواز جو پڙاڏو مهروءَ ان مهل ٻڌو، جڏهن رئيس ننڍو ڏيڍيءَ کان مُڙي ٻنڊر ۾ پهتو. هاڻ هن جي ڪنيڙائمن ٻاڻ ٻتوڙڻ ٻه چڙي ڏنو. دٻ اجرڪ جي اوڇي حيان هن جي وجود کي ويڙهيندو ودو، ۽ حياءَ سڏڪو ٻڌجي، هن جي دل کي اوڙهي ويو.... پر پوءِ اوڏي مهل هن پهرئين فئير جو آواز ٻڌو. ❋

ٻيلي جا وڻ، هن جي خيالن سان گڏ، پوئتي سرڪندا ٿي ويا- تڪڙا تڪڙا، اوچتا اوچتا. هن کي ائين محسوس ٿيو ته هن جي اندر ۾ به خيالن جو ڪوگجگاهه ٻيلو هو، جيڪو هين ٻيلي وانگر ڪنهن جو ڏي ڪونه هو. هين ٻيلي وانگر، هن جي خيالن کي ڪو سڌو سنواٽو رستو ڪونه هو. رڳو پيچرا هئا، جيڪي اوچتو سامهون ٿي آيا ۽ اوچتا گم ٿيي ٿي ويا. هن کي رکي رکي اهو خيال ٿي ٿيو ته هو واٽ وڃائي ويٺو هو. گهوڙي جو لغام برابر هن جي هٿ ۾ هو، پر جڏهن به ڪو نئون پيچرو سامهون ٿي آيو، تڏهن هن پنهنجي ارادي بدران گهوڙي جي ارادي تي لغام کي موڙي ٿي ڇڏيو. هر نئين پيچري تي، هن کي ائين ٿي محسوس ٿيو، ڄڻ ڪنهن وڻ رکيل هئا هٿ، وڏيڪ پڇي ٿي ويا، ۽ ڪو ڏيهل ڏيهل ساهه هڻن جي ڪيڏاڙيءَ جي آسپاس، هن جا وار ڪانڊارڻ ٿي لڳو، ۽ هو خيالن جي ٻيلي مان موٽي، حقيقت جي هڙيءَ ۾ موٽي ٿي آيو. هن جا ڪن وري ڪتن جي ڀونڪ جهڻڻ لاءِ وڌيڪ سرلا ٿي ٿي ويا. هاڻ ڪتن جي ڀونڪ ٺوڙي گهوڙن جي سنبن جي ٽاپڙ ٽاپڙ ٻڌڻ ۾ ڪانه ٿي آئي، پر ڪنهن اوچتي راتاهي جي ٽاپڙ ٽاپڙ هن جي دل ۾ اڃا تائين ڌڙڪڻ نه ڇڏيو هو. ڪنهن هلڪي ڪڙڪي، ڪنهن پکيءَ جي چيٽ، ڪنهن گدڙ جي اوچتي اوناڙ تي هن جو سڄو بدن سيٺجي ٿي ويو. سندس هٿ هٿني ۾ وڌيڪ زور سان ڦٻي ٿي ويو، سندس گوڏا گهوڙي جي ڪڇن ۾ وڌيڪ زور سان ڪڇي ٿي ويا، ۽ ٻيلي جا وڻ تڪڙا تڪڙا پوئتي سرڪڻ ٿي لڳا. روشني ۽ پاڇولن جي ان تڪڙي متا متا هاڻ هن جي اکين کي ٿڪائي

وڏو هو. گهوڙي جي هانباري مان به هن سمجهيو ته جيڪڏهن اجا ڪجهه وقت هو ائين ئي هلندا رهيا ته گهوڙو آفت مري پوندو. پوءِ وڏيري گهرام جـي ڪتن کان بچي نڪرڻ محال هو. جيڪڏهن اتي ئي هڙيءَ ۾ ڪتي ڏاڍو ڪن، تڏهن بـه ساڳيو جوکم ڪٽڻو هو. پر وهٽ جي مري پوڻ کان اهو جوکم گهٽ جوکائتو هـو. پـوءِ بـه جيسين ڪارتوس آهن، تيسين ماشا مولا....

جڏهن هن مهروءَ کي گهوڙي تان هيٺ لاٿو، تڏهن نما شام جا پاڇا وهيٽا ڪرڻا، هن جي منهن کي اهڙو رنگ بخشي ويا، جو نورل کي پنهنجي سموري بدن ۾ ڪا ڪنوڻ محسوس ٿي. هن جي دل ۾ اهرو دهڪو پئجي ويو، جو هو ڏچي ويو ته مونکي الائي ڇا ٿو ٿئي. رت هن جي لونڊڙين ۾ ڪنن جي پاپڙين ۾ آيامڻ لڳو. اندر ئي اندر هن جو ماس رقڻ لڳو. هن کي پنهنجي ڪلهن ۾ ڏورن جون مُشڪون ڦُنڊنديون محسوس ٿيون. هوءَ منهنجي اها رقٽي ڏسي نه وٺي. اهو سوچي، هن کي گهوڙي تان لاهي، هو هن کي پٺ ڏيئي بيهي رهيو.

”گهڙي جهٽ هتي ترسون ٿا، نـه تـه گهوڙو مري پوندو....“ هن چڻ پنهنجو پاڻ کي چيو.

”ڀلي ...“ مهروءَ مختصر جواب ڏنو.

گهوڙي جي هتي هيٺان ڪيسُ ڪڍي، هن ڪبڙن جي جهُنڊ وٽ، وڇائي پوئتي موٽ ڪاڏي ۾ گهوڙي کـي لغام کان ڦڻي، هڪ پاسي لڙي پيو.

”ڀڏو تہ.... اڄ ڏاڍي لڳي اٿم ..“ مهروءَ هبڪندي چيو.

هو اتي ئي جمي ويو. هن کي پاڻ تي ڪاوڙ اچڻ لڳي. هن اڏو به ڪونه سوچيو تـه زال ذات اڪيلي، آوس ڏچندي ۽ خاص ڪري مهرو، جنهن وک وک تي، موت کي مُنهان منهن ڏٺو هو. نورل جي دل ۾ هن لاءِ اٿاهه پيار پيرجي آيو.

”سامهون، لئين جي ـن ڀر شاخ ڏـي پائنجي، پر پاڻ

وٽ ته ڪو ٿانءُ به ڪونهي.... ٻُڪن ۾ پاڻي پيئڻو پوندو...."
هن وري به چڻ پاڻهي پاڻ سان ڳالهايو. هن کي سمجهه ۾ نه
پئي آيو ته هو هن سان سڌو سنئون ڪيئن ڳالهائي: "مهرو
ڪري سڏيس، يا پيو ڪجهه. زائفائن سان ڪيئن ڳالهائبو آهي،
ان تي هن ڪڏهن سوچيو به ڪونه هو.

شاخ تي پهچي، هن گهوڙي کي پاڻي پيئڻ لاءِ ڇڏي
ڏنو ۽ لغام هني ۾ هٿي ڇڏيائين. پوءِ پاڻ شاخ جي ڪناري
تي، اوڪڙون ويهي، ٻنهي هٿن جو ٻُڪ ٺاهي پاڻي پيئڻ لڳو.
پاڻي پيئندي، هن تيڏيءَ اک سان مهروءَ ڏانهن ڏٺو: مهروءَ
ٻنهي هٿن بدران، هڪڙي هٿ جو ٻڪ ٺاهي، پاڻي تي پيتو ۽
ٻئي هٿ سان، ڪلهي وٽ اجرڪ کي اهڙيءَ طرح جهليو
هئائين جو اجرڪ هن جي منهن جي چوڌاري گول دائرو ٺاهي
بيٺي هئي. ڪاري نيري ڪڪر واري اجرڪ جي گول دائري
۾ مهروءَ جو منهن، هن کي ائين لڳو جيئن ڪارن نيرن
ڪڪرن ۾ چنڊ ٻهڪندو جرڪندو آهي. هن جي دل ۾ وري
دهڪو پئجي ويو. هن کي وري سمورو رت پنهنجي منهن ۾
مرندو محسوس ٿيو. پاڻي پيئڻ تان هن جو ڌيان هٽي ويو، ۽
ٻڪ مان پاڻي هن جي ڇپن ۾ اوتجڻ بدران، هن جي چاڙيءَ
وٽان هن جي پهراڻ ۾ اوتجي ويو.

اوڏيءَ مهل هن مهروءَ کي آنوڙجندو، کنگهندو ٻڌو.
هن ڏٺو ته مهرو کيل ۾ اچي چنڪي هئي ۽ کل کي روڪڻ
جي ڪوشش ۾ آنوڙجي پئي هئي ۽ ٻڪ سان پنهنجي ڇپن کي
۽ کلڻ کي، لڪائڻ لڳي هئي.

هن جي چوري جهلجي پوڻ تي، هن کي به، کل اچي
وئي، ۽ هو بي‌اختيار ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳو. مهرو به اجرڪ جو
پلاند، نڪ تائين آئي کلندي رهي. هن جون رڳو اکيون ٿي
نظر آيون پر هن کي اهي کلندڙ اکيون ڏاڍيون وڻيون. هن جي
دل چاهيو ته هو انهن کلندڙ اکين ۾ گهوري گهوري نهاري،

انهن کي پنهنجي جيءَ ۾ جايون ڏيئي ڇڏي، جيئن انهن اکين جي کل هن جي پنهنجي جيءَ جو حصو بڻجي وڃي.

ان مهل گهوڙي، شاخ مان پوٺ ڪيدي، ڦونگار ڏيئي، پنهنجي ڀڄڻ ڪرڻ جو اعلان ڪيو ته هن پنهي کان ڇرڪ نڪري ويو. هو ٻئي ساڳئي وقت اٿي بيهي رهيا. نورل گهوڙي جي هني مان لغام ڪيدي، ڪيس توبرو چاڙهي، لغام هڪ کپڙ ۾ اٽڪائي ڇڏيو. مهرو چپ چاپ هن کي ڏسندي رهي. هو هن جي نظرن کي پنهنجي پٺ ۾ کپندو محسوس ڪندو رهيو، پر الائي ڇو، منهن ورائي هن کي ڏسڻ جي آرزو پوري نه ڪري سگهيو.

”تون ويهه، آئون اجهو آيس....“ هن پويان نهارڻ بنان ئي چيو. هن کي ايئن محسوس ٿيو ڄڻ ته اهي لفظ ڏاڍا اوپرا هئا: هن ”مهرو“ چئي، هن کي سڏڻ گهريو ٿي، پر هن جي زبان هن جي دل جو ساٿ نه ڏنو. هن کي اهو لفظ ”تون“ ڏاڍو کهرو، ڏاڍو ٻسو ۽ اوپرو لڳو. پر حجت ۽ پنهنجائپ تي اچا به هن جي همت نه ٿي. ڪيترائي مونجهارا هن کي وڪوڙي ويا. هڪ پل اڳ، جڏهن هوءَ کلي هئي ته اهي مونجهارا غائب ٿي ويا هئا ۽ پنهنجائپ هن جي سموري بدن ۾ ڪر موڙي آئي هئي. پر اهو پل گذري ويو ۽ مونجهارا ۽ اوپراڻ ڪٿر ڪٿي بيهي رهيا.

شام جا پويان پاڇا هڙيءَ جي وڻن جي پاڇولن ۾ وچڙي پيا هئا. پکي پکڻ پنهنجي آکيرن ۾ موٽڻ کان اڳ پر وارين تارين ته ويهي، پاڇولن جي رنگ بدلائڻ واري سمي کان اڳ واريون لاتيون لنوڻ لڳا هئا. وَهين جو هڪ ولر هن جي اکيان پڙڪو ڪائي اڏامو: ڪجهه هڪڙي پاسي لڙيا ته ڪجهه ٻئي پاسي. سامهون هڪڙي وڻ کي ٽڪيندي، هڪ ڪانڪني انهيءَ پڙڪي تي ڇرڪ پريو ۽ پنهنجي ونگارنگي پرن کي ڪوئي، هڪ پاسي لوهه پاتي. پويان ڪيرن جي گهو

گهوڙ ۽ ٻين ڀڪين جي چٽڪار ڀاڇولن کي بدلائڻ لڳي هئي. نورل کي ٻه ٽي وليون ڇيڙن جون نظر آيون. وچ وچ ۾ ٿوهر جا پيلا پيلا ڏينا ڪر ڪنيو بيٺا هئا. هن ٽڪڙو ٽڪڙو ڇيڙن ۽ ريپڙين سان جهول ڀري، ٻوٽني موٽ ڪاڍي.

مهرو ڪيس ٽي سڄي اجرڪ ۾ ويڙهي سيڙهي ليٽي پئي هئي. هڪ ٻانهن ڪنڌ هيٺان هيس. ٻئي هٿ ۾ اجرڪ جو پلاند جهليل هئس، جيڪو هن ڳوڏن کي ويڙهي چڙيو هو. ائين ٽي پانبو چڻ ته ائين اجرڪ کي ٺاهيندي ٺاهيندي هن کي ننڊ اچي ويئي هئي. سندس اکين جا ڇپر چڻ ته ٽڪ ڪان ڳورا ٿي ڍري پيا هئا. نورل کي اهي بند اکيون ڪليل ڪلندڙ اکين ڪان به وڌيڪ وٺيون. هن کي پنهنجي دل وري ڦندجندي محسوس ٿي. هن جي ڪلهن جي مشڪن ۾ اڻ-لکي جنبش آئي ۽ سندس سموري جسم ۾ ڪڙجي ويئي:

”ڏاڍي ٿڪجي پئي هوندي“ هن سوچيو.

هن هيٺ، جهڪي، ڇيڙ جهول مان ڪيس ٽي لاهي وڌا ۽ پاڻ هڪ ڪنڊ ڪان ويهي رهيو. هو اچا ويٺو مس ته مهرو اٿي ويٺي.

”ڏاڍي دير لاتو ....“ مهروءَ جي آواز ۾ شڪايت جي بدران اون ۽ ڪِٽي هئي.

”اچي هان، ٻه ٽي ريپڙيون ڪاٺي، هانءُ سڄو ڪر.... بک لڳي هوندء .... هڙيءَ ۾ ٻيو ڪجهه ڪونه هو. سِگر هئا پر ڪچا هئا....“ هن کي ڇيڙ ۽ ريپڙيون آڇيندي الائي ڇو لڄ پئي آئي. ڦڪائي لڪائڻ لاءِ هڪڙو ڇيڙ ڪٽي پاڻ ان کي چڪ هنيائين.

”متان ڪائو ....“ مهروءَ ذري گهٽ رڙ ڪندي چيو.

”اهي نانگ-ولين جا ڇيڙ آهن.... پيٽ ۾ سور ڪندا آهن....“

”پر پيٽ جي باهه ته اجهائڻي آهي....“ نورل ڇيڙ وات مان ٿوڪاريندي چيو.

مهروءَ اجرڪ جي اندران هڪ هٿ ڇوڙيندي، ٻاجهر جو سڄو ڍوڍو ڪٽي سندس اڳيان رکيو:

”ادي نوران.... ماستر جي گهر واريءَ، هلندي مهل، هيءَ هٿ ڪٽي هٿ ۾ ڏني هيم.... هينئر کوليم تہ ڏٺم تہ ماني هئي....“

هو ڪا گهڙي، ڍوڍي کي گهوريندو رهيو. هن کي ائين محسوس ٿيو ڄڻ تہ اهو ڍوڍو ماستر جي پيار ۽ پناهہ جي آخري سوکڙي هو. اها سوکڙي هن جي نڙيءَ ۾ پيار جي ڳنڍ ٻڌجي ويئي ۽ هن جي دل کي جهوري ويئي. هن جون اکيون پوسرڻ لڳيون. هن ان جهوريءَ کان بچڻ لاءِ چيو: ”تون بہ تہ کاءُ....“

هن ڏٺو تہ مهرو لڄ کان سڄي ڳاڙهي ٿي ويئي.

”نہ نہ ... اوهين کائو....“ مهروءَ پڙ پڙ ڪندي چيو.

”آءٌ تہ اهڙو بکيو آهيان جو حرام جو ڪو پور بہ بچي.... سڄو ڏينهن لنگهڻ تي گذريو آهي....“

”تہ پوءِ سدا کائو....“ لڄ کان مهروءَ جو آواز نہ ٻڌو آڪلي.

”۽ تون ايئن بک ٿي بک تي....!“

”سچي، اوهين کائو.... مون کي بک ڪانهي....“ هاڻ مهروءَ جي آواز ۾ هڪ نئون گڻ هو، جنهن کي هو سمجهي سگهيو.

”تہ پوءِ آئون بہ ڪونہ کائيندس ... مونکي بہ بک ڪانهي....“ هن ڍوڍي کي مهروءَ ڏانهن سيري ڇڏيو.

۽ پوءِ ٻنهي جا هٿ ساڳئي وقت مانيءَ ڏانهن وڌيا ۽ ٻنهي کان ڪِلَ نڪري ويئي. ان کل سموري اوپراڻ کي ٽڙي ڇڏيو: سموريون وچوٽيون وچ مان نڪري ويون، سمورا فاصلا طئي ٿي ويا. پر نہ، هڪڙو فاصلو اڃا باقي هو: روايت جو فاصلو: وڏندڙ اوندہ جو فاصلو، جنهن جي پريشن پر، خبر ناهي

تہ ڇا هو. هن ان فاصلي تي سوچڻ نٿي گهريو پر وڌندڙ اونده انهيءَ فاصلي کي هڪ جسم ڏيئي ڇڏيو هو. جيسين روشني هئي، تيسين اهو فاصلو فاصلو ڪونہ ٿي پانيو، پر هاڻ اهو فاصلو، ڇپري جي ڇيٽ وانگر، هن کي ڇرڪائي رهيو هو ۽ هن کي ماستر جا اهي لفظ ياد اچڻ لڳا: ”نورل، هتان اڳتي وڃين يا پوئتي، اهو فيصلو توکي ڪرڻو آهي.... پر ياد رک تہ هر فيصلو بندوق جي گوليءَ وانگر اڻموٽ آهي....“ ۽ پوءِ هن کي اهو فيصلو ياد آيو، جيڪو هن لاکن جي ڳوٺ ڪيو هو....

.... .... ....

ماستر جي لفظن تي پهرين تہ هن کي اعتبار نہ آيو، پر جڏهن انهن لفظن جي گنڀيرتا هن جي ذهن ۾ جاءِ ورتي، تڏهن هو آيو تي ويو.

”ماستر، ڇا چيئہ؟“ هن اهو سوال نهايت آهستي ڪيو هو پر خود سندس ڪنن ۾ انهن لفظن جا پڙاڏا ٻُرڻ لڳا.

”ڪجهہ ڪونهي، نورل.... تون ٿڪل آهين، گهڙي کن آرام ڪري وٺ تہ پوءِ پنڌ ڪي ڇڪيون....“ ماستر ڌيرج مان چيو، پر هن کي محسوس ٿيو تہ ماستر جو آواز ڏڪي رهيو هو. ماستر هن کان ڳالهہ لڪائي نہ سگهيو.

”يارو پنوهر منهنجو سنگتي هو، ماستر! منهنجو پياءُ هو ... توکي تہ سڄي خبر آهي. پوءِ بہ مون کان لڪائين ٿو.... ڇا ٿيو ياروءَ کي؟“ هن جي آواز ۾ اهڙي سختي اچي ويئي، جيڪا هن کي پاڻ ڏکي لڳي. پر هن جي اندر ۾ جيڪو طوفان متل هو، تنهن هن جي مت کسي ورتي هئي. ان طوفان ۾ رت جي دريا ڇولين ڇوليون ڏنيون، جن هن جي سموري وجود کي لوڙهڻ شروع ڪري ڏنو هو.

”وڏيري گهرام پنوهرن کان ياروءَ جي ڀيڻ جو سڱ گهريو هو پنهنجي پٽ گلڻ خان لاءِ. پنوهرن جواب ڏنس،

ٿيءِ رات وڏيرو گهرام ٻانهن زوريءَ ڪٽي ويو: يارو گهر ۾ هو. وڏيري جي شاهينگن يارءَ ڪي آفت ماري وڌو.... پوليس وڏيري گهرام جي چرچ ٿي پنوهرن تي چڙهي آئي آهي.... ٻرئي مڙس جيوڻ، مورڻ ۽ هڪ ٻين نندن تيڻن کي جانچ ۾ ڪٽي ويئي آهي...."

ماسر ڳالهه ختم ڪئي. سات تي ويئي. ڳالهه اعتبار جهڙي ڪانه هئي. پر سيني کي خاطري هئي تہ ڳالهه سچي هئي. لاڪن سان جيڪي پير جانڻ شاهہ ڪئي هئي، سا بہ اعتبار جهڙي ڳالهه ڪانہ هئي، پر سچي هئي. وڏيرو گهرام تہ پير جانڻ شاهہ کان بہ ٻہ رتيون ڪسر هو. سچي ٿر ۾ هن جو ڌهڪاءُ هو. هن جي نالي ٻڌڻ سان ئي غريب غربو سراپجي ويندو هو. انهن دينا داستي ڪنهن جي ننگن ۾ هٿ وجهڻ، ۽ وري مٿن ئي پوليس چاڙهي اچڻ گهرام خان ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن جو ڪم ئي نہ ٿي سگهيو. نورل بہ ڪا گهڙي مات ٿي ويو. پوءِ هو آٿيو: هو سڄو پئي ٿڙڪيو. هن جي اکين اڳيان اونڌ اچي ويو هو. رت هن جي سوئن ۾ پئي ٽهڪيو ۽ هن جي ننگن مان چڻ سمورو ست نڪري ويو هو. ٿورو اڳتي وڃي هو پيٽ کي هٿ ڏيئي، ويهي رهيو. جڏهن پهرين آلتي آيس، تڏهن هن کي ائين محسوس ٿيو چڻ هن جون سموريون نسون ڦاٽڻ تي هيون، ۽ هن جي اندر جيڪي ڪجهہ هو- دل، ڦڦڙ، آنڊا، گجيون- سي ٻاهر نڪري ايندا. هو آت ڏيندو رهيو، ڪارو ڪارو زهر اوڳاريندو رهيو. هن جو سڄو جسم پگهر ۾ شم ٿي ويو هو. هن جي نرڙ جو پگهر هن جي اندر اٿندڙ، هر زلزلي ڪانپوءِ، نئين سر هن جيو نرڙ ۽ ڪياڙيءَ ۾ گڏ ٿيندو ويو!

ماستر هن جي پٺن تي هٿ گهمائيندو رهيو پر هن جو ڀهراٽ، هن جي پٺن ۾ چنبڙي پيو هو. هر آت، هر اوڪاري ڪانپوءِ ورل جي بدن ۾ نئين سر ڏڪڻي پئجيو ٿي ويئي. ماستر هڪ همراه کان اجرڪ وٺي، هن جي پٺن کي، چڱيءَ طرح

ويڙهيندي، هن کي اٿاري، ڪٽ تائين وٺي آيو. اجرڪ جي پلاند سان، هن جي منهن جو پگهر اگهندي، ماستر پاڻ مان چيو: ”نورل، هڪ وڏو اونهو ساهه کڻ.... شابس، ائين.... وري هڪ ڊگهو ساهه کڻي، گهڙيءَ لاءِ اندر جهليندس.... هاڻ وري هڪ ٻيو ساهه کڻ....“

هن جي پيٽ اندر زلزلا هري هري ٿي ڊرا ٿيڻ لڳا. ماستر جي چوڻ تي، هڪڙو همراهه پاڻيءَ جي چلي ڀري کڻي آيو. ماستر هن جي ڪنڌ کي مٿي ڪندي چيو: ”ڍڪ ڍڪ ڪري، سمورو پاڻي پي ڇڏ.... هاڻ گهڙي کن لاءِ وري ليٽي پئو.... شابس!“

نورل کي پنهنجي پاڻ تي ڪاوڙ اچڻ لڳي: هي ڪهڙو تماشو ڪڻي مچايو اٿم.... ليڪن جو راڄ پنهنجي لاشن ۽ ڏکيل همراهن کي سنڀالي يا مونکي سنڀالي.... ۽ ماستر ڇا سوچيندو؟ ليڪن ۾ ماتام مٿو ٻيو آهي ۽ هي ڍڪي رُنُ وانگر ٻيو آن اوڪارا ڏئي! واهه جو پنهنجي جگري يار ياروءَ سان ياري نڀائي اٿس!

ياروءَ جي ياد ايندي ئي، هن جون سڀيون ٻيڙجي ويون ۽ ٽيپ ڏيئي اٿي ويٺو. ڪلهن ۾ ويڙهيل اجرڪ لاهيندي، هن پنهنجو منهن اگهيو، ۽ ڪٽ تان لهي آيو. منهه ۾ تنگيل، پنهنجي ڪهاڙي کڻي ماستر وٽ آيو.

”ماستر، هاڻ الله واهي....“

”نورل، ڏاهو ٿيءُ: هڪ تہ تنهنجي طبعت ناچاق آهي، ٻيو تہ ڳوٺ کان ٻاهر پوليس جو گهيرو آهي. توکي تہ پريان ئي سڃاڻي وٺندا. تون اڪيلي سر، راهه ويندي مارجي ويندين!“ ماستر جي آواز ۾ ڊپ سان گڏ، هن لاءِ ڳڻتي صاف ظاهر هئي.

”مارجي ويس تہ چڙهيس آ ڪوني تان.... مونکي ياروءَ جو پلاند ضرور ڪرڻو آهي.“ هن نٽر ٻار جيان، هٺيلي آواز ۾ چيو.

”گهرام خان جهڙي پاٽاريدار شودي سان پلاند ڪرڻ لاءِ،ڪهاڙيءَ کان وڌيڪ عقل جي ضرورت آهي نورل!“ ماستر هن کي ڇڙٻ ڏيندي چيو. ماستر ڪانسواءِ لاڪن مان ٻـ، ڪجهہ تجربيڪار همراهن هن کي گهٽو ئي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هو نہ مڙيو. لاڪن سان تہ هن وَرُ ڪيو هو، سي هن سان وڌيڪ حجت نہ ڪري سگهيا. پوءِ جڏهن سيني کان موڪلايائين تہ لاڪن مان هڪ همراه، هڪ گهوڙو پلاڻي ڪاهي آيو. سندس هٿ ۾ هڪ دونالي ۽ ڪارتوسن جو پٽو هو.

”ادا، تنهنجا ٿورا تہ لاهي ڪونہ سگهنداسون پر هي هٿيار جي تنهنجي ڪم اچي تہ تنهنجي مِلڪ آهي!“

ماستر هن کي اڳڀرو ڪرڻ لاءِ ڪافي پنڌ اڳتي نڪري آيو. پـوءِ موڪلائيندي مهل، هن کي ڀاڪر پائيندي چيائين: ”هاڻ ڏٺيءَ کي پرتين. هن پڌي کان، ٻاهران ئي ٻاهران، اتر پاسي لڙي پئج ... خدا ڪندو تہ انهيءَ پاسي پوليس کي شڪ ڪونہ پوندو ... آءٌ بہ سِيان شام، اول خير، پنهنجي ڳوٺ ويندس.... اتان لانگهاڏو ٿين تہ پنهنجو گهر سمجهجانءِ....“

.... .... ....

نورل پنوهرن جي ڳوٺ پهتو، پـر هن کي اها خبر نـہ هئي تہ عذرخواهي ڪنهن سان ڪري. هن کي تـہ اها بہ خبر نہ هئي تہ عذرخواهي ڪيئن ڪبي آهي. هن جو جيڪڏهن ڪو رشتو ناتو هو تہ فقط ڀاروءَ سان، يـا جيوڻ خان سان عليڪ سليڪ ڪندو هو. پنوهرن جي ڳوٺ ۾ چڻ راڪاس گهمي ويو هو. ماڻهن جا ڪنڌ هيٺ هئا، ۽ اڌ مئن مڙهن وانگر پنهنجي ڪرت ۾ لڳا پيا هئا. هوئڻ جو ٻارن جون چلولائيون ڏسي، هن کي پنهنجو ننڍپڻ ياد ايندو هو، سي ٻار بہ ماٺ هئا، چڻ ڪين ماڻرن ٻوتاڙا چاڙهي ڇڏيا هئا.

هو ڀاروءَ جي گهر وٽان لنگهيو تـہ دل ۾ چڪ پئجي وئس. ساڳيو لوڙهو موجود هو، پر اڄ انهيءَ ۾ هـن جو ڀار

موجود نه هو. گهڙيءَ لاءِ هن کي خيال آيو ته هميشه جيان هن کي سڏ ڪري: ”ياڻو يار محمد.... او ياڻو يار محمد“ ۽ اندران آواز ايندو: ”ياڻو ته شهر ويو آهي.“ اهو سوچيندي ئي هن جو اندر وڍجي ويو. هن جي اکين ۾ لڙڪ بس ئي نه ڪن، ۽ هو تڪڙو تڪڙو ڪوٽ کان ٻاهر هليو آيو. پڇاڻون ڪندي، هو مقام ڏانهن لڙي پيو. پنهنجي سنگتي جي تازي قبر تي، هن جا وري ڪجهه ڳڙي پيا. گهوڙو هڪڙي وڻ سان ٻڌي، بندوق ساڻ ڪري، هو پٿلي ماري، ياروءَ جي قبر اڳيان ويهي رهيو. جيئري انسان سان ته ياري هيس، پر مٽيءَ هيٺان پوريل هن يار سان ڄڻ هن جي روح جو رشتو پيدا ٿي پيو هو. هو الائي ڪيترو وقت ائين ويٺو رهيو، پڙ پڙ ڪندو رهيو، پنهنجي يار سان رهاڻ ڪندو رهيو. پوءِ مٽيءَ جو ٻُڪ ڀري، پنهنجي پٽڪي جي پلاند ۾ ٻڌي ڇڏيائين ۽ وڏي سڏ چيائين: ”يارو، جي حياتي رهي ته رئيس گهرام خان ۽ گلڻ خان سان تنهنجو پلاند ضرور ڪندس- اهو توسان منهنجو انجام آهي!“

هن کي ته اها خبر نه هئي ته گهرام خان يا گلڻ ڪٿي هوندا ۽ ٻانهن ڪٿي جهلي هئائون. گهرام خان جي ڪوٽ يا حويلي جي پڇا ڪرڻ ته هرويرو پاڻ کي ڏنو ڪرڻو هو. هن جي ڏر ۾ ايتري حشمت ۽ هيبت هئي، جو ڪنهن آڙئي ٽڙئي ساٿيءَ کان پڇا ڳاڇا ڪرڻ معنيٰ پنهنجي پاڻ کي هٿ وٺي اڙائڻو هو. اهو سوچيندي، هو گهرام خان جي ڪمدار جي پڇا ڪندو، ڪري واري اوطاق تي پهتو. هن کي رکو اهو ڊپ هو ته جيڪڏهن اوطاق تي ڪو اهڙو همراه هوندو جيڪو گلڻ خان سان گڏ ميڙي تي هو ته پوءِ هن کي سڃاڻندي ويرم ئي ڪو نه ڪندو. اهي ڳالهيون سوچيندو هو اوطاق تي پهتو.

اوطاق جي ٻاهران هڪ همراهه کٽ تي ڪانپ ٻڌيو ويٺو هو. پيرانديءَ کان دونالي بندوق ۽ ڪارتوسن جو ٻٺو رکيو هو. کٽ جي پنيان اوڏڪي ٻيت وٽ ٻه دلا ٻاڻيءَ ج

رکيا هئا. نورل ويجهو پهتو تہ همراهہ ڪانپ چوڙي، بندوق
۾ هٿ وڌو، پٽو ڪلهي ۾ ڪري، ڪٽ تان لهي بيٺو. نورل
وڏي سڏ سلام ورايو، ۽ گهوڙي تان لهي پيو. هن جي پنهنجي
دونالي ۽ ڪهاڙي پريان ئي پڊري هئي. پر هن بندوق ۾ هٿ
نہ وڌو، نہ ئي ڪهاڙيءَ ڏانهن ڌيان ڏنائين.

خوش خيرعافيت ڪندي، پڌاياڻين تہ هن جو نالو نور-محمد هو. پير جانڻ شاهہ بادشاهہ جو مريد هو. رئيس گهرام خان کي ختمي جي ڪوٺ ڏيڻ آيو هو ۽ ڪجهہ روبرو بہ رئيسن سان ڳالهائڻو هئس. ڳوٺ ويو هو، پر اتي پڌاياڻون تہ رئيس وڏو تہ پوليس سان چڙهي ڪنهن پاسي ويو هو، ۽ ننديو رئيس اوطاق تي هو- پيو مڙئي خير

گهرام خان جي همراهہ کي بہ ڪي سڀ خبرون هيون. ان ڪري نورل جـي ڳالهين مان هن کي ڪو شڪ نـہ پيو. هيڪاري نورل جو هن جي هٿيار جي تعريف ڪئي تہ همراه جون واچون ٽڙي پيون.

”پاڻو پلي ڪري آئين.... سائين جانڻ شاه بادشاه جي خبر پـڌي اصل پيرن هيٺان زمين نڪري ويئي آهـي. لاڪن پهنجي تہ فيار ڪاري ڪئي آهي پر پنهنجي آل اولاد تي الله ۽ الله جي رسول جي غضب کي سڏ ڏنو اٿن. رئيسن سان تہ ڏاڍي نارڻي هيس— هڪل ڪري ها تـہ اسين لاکن کي اهي ڏينهن جا تارا ڏيکاريون ها، جو زاج پڌن ها!“ همراه هن سان عدرخواهيءَ ڪندي چيو.

”برو بر بروبر.... پـر ادا، سائين بادشاه کي ڏاڍو مانُ دو تہ بارن کي تڪليف ڏيڻ جي اچا مهل نہ آئي آهي....پر يوءِ قسمت کي اهوئي منظور هو....“ نورل کي ڪوڙ ڳالهائڻ ئي نٿي آيو.... هن ڄڻ اهو ئي آڌڪو هو تہ هن جي ڪنهن [illegible] مان همراه کي ڪو شڪ نہ پنجي وڃي.

”ها پاڻو... ڀلا تومين هلو اندر... مٽ [illegible] [illegible]

آئون ڪمدار وڏي ڪـي چاڻ ٿو ڪرايان... رئيس ننڍو تـ نئين بنگلي تي آهي...."

"پوءِ تہ ڏاڍي ڳالھہ ٿي.... نياڻو بہ اھڙو آھي جيڪو روبرو ڏيٺو آهي.... پوليس ڪمانيءَ سان رئيس جو رستو آهي، سو سائنين حڪم ڪيو تہ روبرو نياڻو ڪجان.... مون کي تہ اِجا ٻن ٽن پاسن ڏي وڃڻو بہ آهي...." نورل ڏکو هنيو.

"رئيس وڏو آهي ٿي پوليس ڪمانيءَ سان....!"

"پنوهرن واري جانچ ۾ ..." نورل وري بہ ڏُکو هنيو.

"هائو، اڄ ٽيون ڏينهن ٿيو آهي .... ۽ رئيس ننڍو تہ شڪ آهي...." همراه جي چپن تي اهڙي مرڪ آئي، جو نورل جو اندر ٿي سڙي ويو. پر ٻاهريون ٻنو رکندي چيائين: "سچي ٿو چئين ... پوءِ ڀلا سائنين جي چئي ڪيئن پهچائجي.... سائنين تہ چيو تہ جواب وٺي موٽج!"

همراه گھڙي ڪـن سوچ ۾ پئجي ويو.... نورل وري ڏکو هنيو: "مون تہ نئون بنگلو ڏٺو بہ ڪونهي.... هن ڏس ۾ اڳي ڪڏهن لانگهائو بہ ڪونہ ٿيو آهيان.... هاڻ ڪا ڀلائي ڪر .. منهنجو سونهون ٿـي، بنگلي ڏـي پهچاءِ ... موٽ ۾ توکي هتي ئي پهچائيندو ويندس!"

"نہ ڀائو، اوطاق ڇڏيم تہ رئيس اصل خفا خون ڪري ڇڏيندم.... پر هاڻ هيئن ڪر .... هـي پريان جيڪو ڀورو پيو ڏسجي نہ.... او هُو، هـن اناس کـان پريان، اتان ڪاٻي پاسي ڀوري ۾ لهي پئہ.... ڪوهہ ڪن جو پنڌ ٿيندو.... ڀورو پورو ٿئي تہ متي چڙهي پئہ.... پوءِ تـہ سڌو ئي سڌو شاخ جو پنڌ آهي. هڪڙي موري ٿيي، ٻي موريءَ تـي پهچندين تہ پريان بنگلو ڏسڻ ۾ ايندءِ.... اتـي پهچي خانو حو نالو وٺندين تـہ پاڻهي رئيس ننڍي کـي نياڻو ڪندا...." همراه هن کي اشاري سان سمجھائيندو ويو.

"ڀائو، ٿنهنجا لک ڀورا.... مرشدن جو ڪرم آهي، دعا

ٿيندءِ پ. هاڻ موڪلائي ڪانهي...“ نورل گھوڙي ڏانهن لڙيو.

”ادل، ترسين ها ته ڪا محفلڙي ڪريون ها...“ همراه گھوڙي تائين هلي آيو. بندوق جي ڪنداڪ کي ڏسي چيائين: ”هٿيار ته تو وٽ به واهه جو آهي....“

”سائين هلندي مهل، پاڻ ڪٿي ڏنو ته متان لاڪا ڪا ڪئونس ڪن.... اسان جي لاءِ تہ پيلي ڪهاڙي پلي آهي.... هي شيطاني هٿيار پاڻ کي وٽي ئي ڪونہ.... پر سائين کي انڪار ڪير ڪري!“ نورل گھوڙي تي لانگ ورائيندي چيو.

”ٻيڙا ئي پار....!“ همراه تيسين بيٺو رهيو، جيسين نورل گھوڙي جي واڳ ڊوري ڏانهن نه موڙي.

ڊوري ۾ هيٺ لهندي، هن گھوڙي کي هڪل ڏني ۽ هوا سان ڳالهيون ڪندو اچي شاخ تي چڙهيو. گھوڙي جي واڪڙ واڪڙ سان گڏ هن جو ذهن به چڻ واڪڙ واڪڙ ڪندو هن لاءِ منصوبا ٺاهيندو رهيو. ڀِرڀِن موري ٽپيو ته پريان ئي نئون بنگلو نظر آيس. سڄي بنگلي کي ٻاهران اوڏڪي پٽ جو ڪوٽ ڏنل هو. پر اندر ڀڪ سيري ماڙيءَ جا منگهه صاف نظر پئي آيا. سڌ پڌ تي هو ته گھوڙي تان لهي پيو. ڪهاڙي ڪڍي، هني ۾ هٽي چڏيائين. ڪارتوس پيري، هڪڙي هٿ ۾ ڪيائين؛ ٻئي هٿ ۾ گھوڙي جي واڳ، وٺندو بنگلي جي در تائين آيو.

بنگلي جي ٻاهرئين در جي ٻاهران ڪڪڙؤ لڳي پئي هئي. دروازو اندران بند هو. در ڪافي وڏو هو ۽ هن سمجهيو ته در جي اندران ڏيڍيءَ ۾ گهٽ ۾ گهٽ پـہ همراه تہ چونڪيءَ تي هوندا. گھڙيءَ لاءِ هن سوچيو تہ بندوق تي اعتبار ڪونهي. دوبدو ويڙهه ۾ وري بہ ڪهاڙي چڱي آهي. پر وڏيري جي همراهن وٽ ڀڪ ئي ڀڪ بندوقون هونديون.

بندوق جا ٻئي گھوڙا چاڙهي، هن در تي ٺڪ ٺڪ ڪئي. ن وقت هن آواز ٻڌو: ”رئيس، توهين هلو اندر.... ٻاهر جـ

ڳڻتي نہ ڪريو."

نورل جي دل، هن جي پاسرائين سان ٽڪرجي، ائين ٿي ڌڙڪي جو هن سمجهيو تہ هن جي دل جو اهو دهڪو پري پري ٻڌڻ ۾ ايندو. هن جي ڪلهن، ٻانهن ۽ ڳچيءَ جون مشڪون تڻجي ويون.

"ڪير....؟" اندران آواز آيو.

"خانڻ....!" نورل، جيترو ٿي سگهيو، آواز کي ڇٽبي ڪيڻ جي ڪوشش ڪئي.

هن تاڪي کلڻ جو آواز ٻڌو، ۽ ان سان گڏوگڏ هن فائر ڪيو. دروازي کلڻ سان جيڪو منهن هن کي گهڙيءَ لاءِ نظر آيو، ٻي گهڙيءَ اهو منهن ڦونڊا ڦونڊا ٿي ويو. همراه پنيءَ ڀر، موڙي تان ٿاٻڙجي، ڪنڌ ۾ ڌڪ پيو، ۽ ڪرڙيءَ وانگر ڦٿڪڻ لڳو. هن جي نڙگهٽ مان رڳو گڙگڙ جو آواز پئي نڪتو.

نورل ڏيڏي ٽپي، اڳڻ ۾ آيو تہ هن گلڻ خان کي ڏٺو، جنهن جي ياڪر ۾ هڪڙي زائفان، اجرڪ ۾ ويڙهيل سيڙهيل پاڻ ڇڏائڻ جي ڪشمڪش ۾ هئي. هن پريان ئي هڪل ڪئي: "متان ويو آهين، گلڻ خان...!" گلڻ خان ڏورو هبڪيو، ۽ پوءِ هن زائفان کي ڇڏي ڏنو ۽ نورل کي سامهون ٿي، پستول ڏانهن هٿ وڌايائين. پر هن جو هٿ اڃا پستول جي منئي تي هو تہ نورل فائر ڪيو. نورل اهو بہ ڪونہ ڏٺو تہ گلڻ خان کي ڌڪ لڳو بہ يا نہ. هن رڳو ايترو ڏٺو تہ گلڻ خان ٻئي هٿ، ڪٿي منهن کي ڏنا، ۽ گوڏن ڀر ڍرڪي پيو.

نورل وڏي زائفان جي ٻانهن ۾ هٿ وڌو. گهڙيءَ لاءِ هن جون اکيون چار ٿيون، ۽ وري جدا ٿي ويون. هو زائفان کي ڇڪيندو ڏنديءَ ڏانهن ڀڳو ۽ دروازو ٽپي هن پهرين ياڪر ۾ پري زائفان کي گهوڙي تي چاڙهيو، ۽ پوءِ پاڻ چڙهي، گهوڙي کي اڙي هنيائين.

جڏهن هو ماستر جي ڳوٺ پهتو، تڏهن نورل فيصلو ڪري نه سگهيو ته ماستر وٽ لهي يا نه. ماستر وٽ ترسڻ معنيٰ ماستر لاءِ گهرام خان جي دشمني. هو پاڻ لاڪن واري واردات ۾ اڳي ئي پوليس کي گهربل هوندو: هاڻ ته ٻه پيا خون ٻه هن جي ڪنڌ لڳجي ويا هئا. هڪ پاسي پوليس، ٻئي پاسي گهرام خان جا چاري. ماستر ويچاري ڪهڙو ڏوهه ڪيو هو، جو هو هن کي پوهي ۾ ڏئي. پر هو ڪري ٻه ڇا؟ ۽ هي ۽ پرائي ٻانهن؟ ان جو ڇا ٿيندو؟ اهي اهڙا فيصلا هئا جو نورل جي وس کان ٻاهر هئا. رکي رکي هن کي اهوئي خيال آيو ته ماستر دنيا ڏٺي آهي، قانوني قانون کان واقف آهي، هو ئي ڪا صلاح ڏيندو ته هتان ڪاڻ اڳتي ڇا ڪرڻو آهي. هن کي سواريءَ ۽ ويڙهه ايترو ڪونه ٿڪايو هو، جيترو فيصلن جي ڏهڪ ۾ هن جو ذهن ٿڪجي پيو هو. سچي وات هن جي ڪڪين وٽ يا پنن تي مهروءَ جي هٿن ۽ ساهه هن کي نت نئون مونجهارن ۾ مبتلا ڪري وڌو هو. مهروءَ جو ڇا ٿيندو؟ مهروءَ جو ڇا ٿيندو؟ مهروءَ جو ڇا ٿيندو؟ اهو سوال ڪهڙي جي ٽاپڙ ٽاپڙ سان گڏ هن جي ذهن ۾ ترندو رهيو. مهرو ٻه آخر انسان هئي، هوءَ رت جا دريا ڏسي آئي هئي. پنهنجو ڪونڌر پاڻ اکين آڏو خون ٿيندي ڏٺو هئائين. رئيس جي بنگلي تي ٻه هن سان الائي ڇا وهيو واپريو هوندو ۽ هاڻ هن وري پنهنجي اکيان، پنهنجي لاءِ خون وهندو ڏٺو هو. هن جي اندر ۾ ڪهڙي ماجرا متل هوندي؟ ان جو فيصلو ٻه هو نٿي ڪري سگهيو. سچي وات هن جي دل بار بار ٿي چيو ته هن کي چوي ته مهرو، ڪيئن آهين؟ خوش ته آهين نه؟ پوءِ پنهنجي ئي ان سوچ تي هن کي ڪاوڙ ٿي آئي: هوءَ خوش ڪيئن هوندي؟ اهو سوال پڇڻ ئي هن جي ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ ٿيندو ۽ تنهن ڪانسواءِ هو ڪير ٿيندو آهي، هن کان پڇڻ وارو؟ ٻاروءَ جي سنگتي هجڻ ڪانسواءِ هن جو ڪهڙو رشتو ناتو آهي؟ ... ڪنهن پرانهين ڏنڌ ۾ هن کي ٻه اليون ئي نظر آيون، جن

۾ هـن ڪڏهن نهاريو هو ۽ انهن اکين ۾ ڪـو سنبهو هو، ڪو نياپو هو، جيڪو هن سمجهيو هـو يا نه ان جي هن کي پڪ نه هئي. هن کي فقط ايتري پڪ هئي ته انهن اکين ۾ هن لاءِ پنهنجائپ هئي، يا پنهنجائپ کان به ڪجهه وڌيڪ ـ اهڙو جذبو جيڪو هـن جي مـت ۾ ايندي بـه نتي آيـو. هن کي ڪڏهن ڪڏهن اهو به خيال آيو هو ته ياروءَ کان ڪٿي سگ گهران: پر هن کي ته اها بـه خبر ڪانه هئي تـه سگ ڪيئن گهربو آهي. ۽ دوستي ياريءَ ۾ سگ گهربو به ڪيئن؟ يارو ڇا سوچيندو؟ ته هن جي ياري مطلب جي هئي؟ اهو ويچار ايندي ئي، هو ياروءَ جي سامهون بنهه گونگو ٻـڌجي پوندو هو. پوءِ وري جڏهن اکيون آرسيون ٿينديون هيون، هـن جي دل تائين مهروءَ جو آواز پهچندو هو ته وري سوچيندو هو ته ياروءَ سان ڳالهه ڪيي ته ڏسان پر پوءِ انهيءَ حجت جي هن کي همت ئي ڪانه ٿيندي هئي، ۽ هو چپ چاپ، پنهنجي دل جي وڏنلڙ دهڪي جي سوُران، ياروءَ کي تڪيندو رهندو هو!

ماسٽر هن کي ڏسي وائڙو ٿي ويو. هن اهو ته سمجهيو هو ته نورل وڏو شهزور ۽ پاڻ وهيڻو ارڏو ماڻهو هو، پر سنلس خواب خيال ۾ به اها ڳالهه ڪانه آئي هئي ته هو ائين شينهن جي پير ۾ ڪاهي ويندو، ۽ شينهن جـو شڪار به ساڻ کڻي ايندو. رئيس گهرام جهڙو وڏيرو، جنهن جي ڌهڪاءَ ۽ ڏاڍ مڙسيءَ جو سڄيءَ سنڌ ۾ هُل هو، ان سان اهڙي کٽونس ڪرڻ جو تصور ۽ امڪان به هن جي سمجهه کان ٻـاهر هو. پر حقيقت هن جي اکيان بيٺي هئي. هو ڪا گهڙي، نورل کي پاکر ۾ پيري، بيٺو رهيو. الائي ڇـو لڙڪ هن جي اکين ۾ لڙي آيا.

ههڙا شهزور جي پيا به ٿين تـه هوند اسين سنڌ جـي سمت بدلائي وجهون. وڏيرا تـه پنهنجي ماڳ، اسين انگريز کي بـه ڪاري پائيءَ تائين پهچائي اچـون ۽ چارلس نيپئر واري سنڌ موڙائي وجهون!

نورل ماستر جي اکين ۾ لڙڪ ڏسي ششدر ٿي ويو، هن جي جذبن کي غلط سمجهندي چيائين: ”ماستر، مون کي بشڪ ڪر.... مون کان خطا ٿي جو تو وٽ لڙي آيس ... پر مون کي بي ڪا واهه ڪانه ٿي سُجهي .. توکي ٻُوهي ۾ ڏيڻ جو بنهه ويچار ڪونه هئم!“

”چريو ٿيو آهين ڪيئن؟ تون هنن لڙڪن کي سمجهي نه سگهندين.... جيئن تون منهنجيون ڪيتريون ڳالهيون سمجهي نه سگهندو آهين.... اڙي، مون کي ته ڳالهه ئي وسري وئي. مائي بابا، تون لهه، هل اندر .... نوران، ڏس ته ڪير مهمان ٿي آيو آهي....“ ماستر اندر پنهنجي گهر واريءَ کي سڏيندي چيو.

پوءِ جڏهن ماستر ۽ پاڻ مانيءَ نسي ويٺا، تڏهن نورل سڄي ڳالهه ڪري ٻڌايس ۽ جيڪي سوال هن کي منجهائي ماندو ڪري رهيا هئا، پڇي ويٺو. ”ماستر، هاڻ جيئن تون چوندين، تيئن ڪندس!“

ماستر ڪيترو وقت ماٺ ۾ رهيو. سوچيندو رهيو ۽ پوءِ وڏو ساهه ڀريندي چيائين: ”نورل، توکي ته خبر آهي ته لاکن واري واردات ۾ پوليس اڳي ئي تنهنجي ڳولا ۾ آهي. لاکن مان ڪنهن به تنهنجو نالو ڪونه ورتو آهي پر پير جاڻ شاهه جا ڪيترا ماڻهو اکين ڏٺا شاهد آهن: خود پوليس جي ڪن ماڻهن توکي ڏٺو آهي. هاڻ وري نئين واردات ٿي آهي. توکي برابر ڪنهن سڃاتو ڪونه هوندو پر خانڻ پوليس کي ۽ رئيس کي سڀ پار پتا ڏنا هوندا. پوليس ته جيسين جانچ تي چڙهي، رئيس گهرام خان پنهنجي پيرين ۽ تازي ڪتن ۽ ٻلڊاگن جي اوڏ سان نڪتو هوندو. هو اصل چتو ٿي پيو هوندو. هن جي ڏر ۾ هوندين ته تنهنجو جيئرو بچي وڃڻ ناممڪن آهي. سو منهنجي مـَـج ته هينئر ئي هتان هليو وڃ. ڪاڇي وڃين يا جبل هليو وڃين. سو تون پاڻ چاڻ پر هن [illegible] ڏر ۾ توڙي اندر ۾ ڪنهن وسنئن ۾ منهن به نه هڻج. ايترن خونن جي جوابدار

لاءِ جتي ڪٿي جي پوليس نوس نوس ڪندي وتندي!“

نورل کي پنهنجي پيٽ ۾ ڪڏ پوندي محسوس ٿي؛ ۽ هن جهيڻي آواز ۾ پڇيو: ”۽ ٻانهن؟“

”ها، ٻانهن جو سوال ڏکيو آهي.... پر هيڻن ڏا ڪريون، جو ٻانهن آءٌ ٿو جهليان. هتو متو ٿري ته پوءِ جيئن مناسب لڳو، تيئن ڪندس.“

”نه ماسٽر نه، ٻانهن تون جهلي ته اڄ نه سڀان ڳالهه کلندي ۽ وڏيرو گهرام خان تو کي خفا خون ڪري ڇڏيندو. ايترو آءٌ به سمجهان ٿو. اسان کي رات ٽڪائي، تو مون سان وڏو ڏُرُ ڪيو آهي پر پنهنجي لاءِ تو ڇڻ نانگ پاڻي وڌو آهي. ٻانهن آئون ڏلين کي پهچائيندس....“

”نورل، منهنجي ڳالهه ڇڏ.... اسين مولائي مڙس اکيئي نانگن سان وير وجهيو پيا هلون.... الائي ڪيڏي مهل نرڙ جو لکيو پورو ٿيندو.... پر تون پنهنجو فيصلو پاڻ ڪر. هتان اڳتي وڃين يا پوئتي، اهو فيصلو تو کي ڪرڻو آهي، پر ياد رک ته هر فيصلو بندوق جي گوليءَ وانگر اٽوٽ آهي....“

ٻئي ڏينهن نيرن ڪري اڃا واندا ٿيا ته ماسٽر کي در تي سڏ ٿيو. ڪجهه دير کان پوءِ، جڏهن ماسٽر اندر آيو ته هن جي منهن تي جيڪي احساس هئا، تنهن مان ٿي نورل سمجهي ويو ته ڪاري ڏاند جا ڏٿي اچي ڪي اورتي ٿيا هئا. هو اٿيو، ۽ وڃي گهوڙي تي سنج وڌائين. ڏوناليءَ ۾ به ڪارتوس وجهي، توبري ۾ داڻو ڌسي، وري موٽي آيو. هن کي سمجهه ۾ نه آيو ته ماسٽرکان ڪيئن موڪلائي سو کيس پاڪر پائي، رکيو ايترو چئي سگهيو: ”ماسٽ، موڪلائي ڪانهي....!“

”ڏليءَ کي پرتو.... هتان الهندي هليو وڃ. واهه جي ڪپ کان بيلي ۾ لهي پئجانءِ... !“ ماسٽرکان اکر نه پيا اڪلن. هن کي پاکر ۾ پري، وري کيس ٻانهن کان جهلي، سندس اکين ۾ گهوري ڏٺائين، ۽ پوءِ وري پاڪر پائي، هٿي

ويهي رهيو. مهروءَ کي سوار ڪري، نورل هڪ هٿ ۾ بندوق سنڀالي ۽ ٻئي هٿ ۾ گهوڙي جو لغام.

.... .... ....

ٻيلي ۾ لهڻ سان ئي هن ڪتن جي پونڪ ٻڌي. مهروءَ به اها پونڪ ٻڌي هئي ۽ هن جا هٿ وڏيڪ مضبوطيءَ سان هن جي ڪکين وٽ ڦٻي ويا هئا. ائين ٿي ڀانيو ڄڻ ته ڪتن هنن جو اڳ ورتو هو. پر پوئتي موٽڻ سان سنئين پٽ ۾، هنن کي پهچڻ ۾ ويرم ئي ڪانه لڳندي. هن گهوڙي کي اڙي هنئي، ۽ ٻيلي جو وچ ڪٽي ورتائين. ڪتن جو آواز هاڻ ويجهو پوندو ويو. نورل ائين ڀانيو ته هو گهرام خان جي چارڻ ۽ شڪارين کي ايترو ويجهو هو جو شايد سندس گهوڙي جي سنبن جو آواز به هو ٻڌندا هوندا. هن دل ئي دل ۾ هڪ ڪيڏ رٿي هئي. ان جي ڪاميابيءَ يا ناڪاميءَ تي هن سوچڻ به نٿي گهريو. ”ماشا مولا..“ هن چپن ۾ پڙڪو ڪيو.

ڪجھ پنڌ اڳيان نڪري، هن گهوڙي کي وري پوئتي موٽايو. هڪڙو وڏو چڪر ڪاٽي، هو شڪارين جي پويان ڦري آيو، هاڻ ڪتن جا آواز هن جي پويان نه، پر هن جي اڳيان هئا. ٻيرن جي هڪڙي گهاٽي جھنڊ ۾ بيهي، هن هلڪي آواز ۾ چيو: ”ڊڄج نه.....!“

هن کي موٽ ۾ ڪنهن جواب جي اميد به ڪانه هئي. جڏهن هن هوائي فائر ڪيو، تڏهن مهروءَ جا هٿ وڏيڪ سختيءَ سان هن جي چيلھ ۾ چنبڙي پيا. گهوڙي ڪان به هن اوچتي آواز تي ڇرڪ نڪري ويو ۽ لهندي هڪ طرف ڪٽي لوهه وڌائين. نورل لغام کي سٽ ڏيئي، گهوڙي کي واپس موڙيو ۽ وڏيڪ تيزيءَ سان اڳتي نڪري آيو. فيئر جي آواز ڪان پوءِ ڪتن جي پونڪڻ جو آواز وڏيڪ ڇڙو ٿي ويو، ڪتا ڄڻ ته چتا ٿي ڇڻائي پيا هئا. پنج ڇهه بلاڪ لتاڙي، هن وري ٻيو فائر ڪيو. ڪتن جي آوازن ان ئي فيئر جي

پڙاڏي ڏانهن لوڙ ڪئي.

هن گهوڙي کي وري پوئتي موٽايو ۽ پنهنجي اکين پنڌ ڪ-ي ورتائين. ڪتن جي ڀونڪ پوئتي رهجي ويئي. پر هن گهوڙي جي رفتار نه گهٽائي. هن ڪتن ۽ پنهنجي وچ ۾ گهٽي ۾ گهٽ فاصلو وجهڻ تي گهريو. گهوڙو به هاڻ هن جي اشارن ۽ مهميزن کي سمجهي ويو هو. هر ڪوهه پن ڪان پوءِ، هڪ وڏو چڪر ڪاٽي، ڪتن کي اکيان ڪندي، هن هوائي فيئر ٿي ڪيا، ۽ وري پنهنجي اصلوڪي پنڌ تي موٽي تي آيو. جڏهن صبح لڙيو، ۽ پاڇولا سِنيا، تڏهن هن اطمينان جو ساهه کنيو. هاڻ ڪتن جي ڀونڪ ۽ هن جي وچ ۾ ايترو فاصلو پئجي ويو هو، جو هن جي دل ۾ اميد جاڳي ته شايد گهرام خان جا شڪاري پوئتي موٽي ويا هجن.

پر ان اطمينان جي جڳهه تي، هن کي هڪڙي نئين مونجهاري اچي گهيري ورتو: مهرو، جيڪا هن جي مونجهارن جو مرڪز هئي، مهروءَ کي پنهورن جي ڳوٺ پهچائڻ جو خيال، هن کي ماستر وڌان نڪرندي ٿي هو، پر هاڻ جڏهن حياتي جي جنگ ختم ٿي سمجهيائين، تڏهن اهو خيال وري هن جي دماغ ۾ مچائڻ لڳو. پرائي ڌانهن ڪيئن موٽائبي آهي؟ ڪنهن کي موٽائبي آهي؟ يارو ويچارو ته وڃي الله کي پرتو. مامو جيوڻ خان کي به شايد پوليس جهلي ويئي آهي ته پوءِ هن کي ڪنهن وٽ پهچايان؟ مون کي ته پيو ڪو سڃاڻي به ڪونه؟ ۽ ڪٺي ڪو وارث والي هجي به ته ان کي ڇا چوان ته هيءَ ڌانهن موٽائي آيو آهيان، جهليوس! ته بس، مهروءَ سان منهنجو اهو ناتو آهي پر هر جون اکيون ۽ انهن ۾ منڌل منڌل نياپا؛ هن جي پنهنجائپ ۽ هي هن جيڪي ڪجهه ڪيو آهي، سو ڪيئن ڪنڌي لکبو؟ ڇا انهن جي ڪا اهميت ڪانهي؟

۽ پوءِ جيڪڏهن پوليس اچا به پنوهرن وٽ لٿل هجي ته پوءِ؟ ... گهرام خان به ته پنهنجا ماڻهو ڇڏيا هوندا ته

اوس ٻانهن موٽي، ڏٺين ڀت ايندي نه؟.... هن جيئن ٿي وڌيڪ سوچيو، تيئن ٿي هن جا مونجهارا وڌيا. پوءِ اوچتو هن کي خيال آيو ته هن هيڏي ساري سامري ۾ مهروءَ جي به ته ڪا راءِ هوندي؟! اهو خيال ايندي ئي، هن جو هٿ گهوڙي جي لغام ۾ وڌيڪ ڦري ويو: هوءَ، جنهن هيترو سٺو آهي، تنهن ڪان به ته پڇان ته هيڏي قيامت گذرڻ ڪان پوءِ پاڻ ڇا ٿي چاهي. فيصلو هن کي ڪرڻ گهرجي. هوءَ به انسان انسانن جهڙي انسان آهي. اهين ڪيئن ٿا هن جي قسمت جو فيصلو ڪريون. هن ٿي به زبان آهي جهڙي مون کي زبان آهي. پوءِ هوءَ پنهنجي وات وڪيل ڇو نه ٿئي؟ ها ها! فيصلو هن کي ڪرڻو آهي. آئون ڪير ٿيندو آهيان، هن لاءِ اڻموٽ فيصلا ڪرڻ وارو، جيڪي ڇٽل گوليءَ وانگر اٽل ٿي وڃن!

هن جي اندر جا مونجهارا، ان نئين فيصلي جي آڏو ڪنهن چاري وانگر صاف ٿي ويا ۽ هن هڪ ٿڌو ساهه کڻي لغام تي هٿ ڍرا ڪري ڇڏيا. پر پوءِ اوچتو هڪ نئين مونجهاري، هڪ نئين اڻ ڇاڏل پيچري وانگر هن جي اکيان ڪر کنيو: پر پڇانس ڇا، ۽ ڪيئن؟

.... .... ....

هن جي ڪيل هن کي وڏو ڏڍ ڏيئي ڇڏيو هو، تڏهن به هن جي اندر ۾ ڏاڍي آنڌ مانڌ متل هئي. هن کي پنهنجي دل جو دهڪو صاف پئي ٻڌڻ ۾ آيو. هن هٻڪندي چيو: "هڪڙي ڳالهه، چوان..."

هن کي يقين ئي نه پئي آيو ته هن اهي لفظ چئي ڏنا، يا رکيو هن جي سوچ هئي.

"جي...." مهروءَ جو جهيڻو آواز هن ٻڌو ۽ هن جي ڪنڌ ڌوڻ به ڏنائين، تڏهن وڃي ڪو ٿيس.

"مون کي سمجهه ۾ نٿو اچي ته ڇا چوان.... يارو منهنجو دلبر يار هو.... سو ان جو پلاند ڪرڻ جسو سُنهن

ڪئيو هئم، سو پلاند ڪيم... پر هاڻ ڇا ڪرڻو آهي، سو ماستر ڪان پڇيم، پر هن به ڪا مَتِ ڪانه ڏني ...ڳوٺ ۾ منهنجي ايتري چاڻ سڃاڻ به ڪانهي ... ٻاروءَ کان پوءِ مامي جيوڻ سان عليڪ سليڪ هئي... سو به ٻڌو اٿم ته پوليس جانچ ۾ وٺي ويئي اٿس... هاڻ تون ئي ڏسينم ته توکي ڪنهن وٽ ڇڏيان...!؟" چوڻ کي ته چئي ويو، پر ڪيس اَيساهي پئجي ويئي. مونجهارن هن جي نڙيءَ ۾ ڳنڍيون وجهي ڇڏيون هيون.

پر مهروءَ طرفان ڪو جواب ڪونه آيو. پوءِ هن کي هلڪي اڻ لکي سڏڪي جو آواز ڪنن تائين پهتو. هن مهروءَ ڏانهن نهاريو. اونده ڳاڙهي روشني ۾، هن کي مهروءَ جي اکين مان ٽمندڙ لڙڪ به نظر آيا، جيڪي هن اجرڪ جي پلاند سان اگهيا. اجرڪ جي پلاند ۾ هوءَ پنهنجي سڏڪن کي روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. هن جي اندر ۾ وڍ پئجي ويا: هي مون ڇا ڪيو؟ پر مون ته اهڙي ڪا ڳالهه ڪانه ڪئي! ها پڪ سان ٻارو ياد آيو اٿس، تڏهن ئي روئي. هن پنهنجي پاڻ کي ڏڍ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي

هن جي دل چيو ته هو اُٺي مهروءَ کي ڳراٽي پائي، دلداري ڏئي، پر اهو خيال ايندي ئي هن جي اندر ۾ طوفان مچي ويو. هن جي دل جي ڌڪ ڌڪ هن جي ڪنن ۾ لوڙڻ ۾ وڃڻ لڳي.

پوءِ سڏڪن جي وچان، هن مهروءَ جو ڇڇريل آواز ٻڌو: "جتي اينڊو وڙ ڪيو اٿئي ته... هڪڙو وڙ ٻيو به ڪر ... اها ڪهاڙي کڻي، پاڻ پنهنجي هٿن سان مون کي پورو ڪري ڇڏ...."

انهن لفظن جي هن کي نه اميد هئي، نه ڪو خواب خيال. هيءَ چوي ڇا پئي؟ هن جي سمجهه ۾ ڪجهه نه آيو. پر ڪجهه نه سمجهيس ته چئي ويٺو "سو ڀلا ڇو؟"

"... هاڻ منهنجو ڪهڙو مٽ آهي، جنهن وٽ منهن

ڻٽي ويندس.... پنوهرن جسي راڄ لاءِ آئسون ان ڏينهن مري ويس، جنهن ڏينهن وڏيرو ڪٺي ويم ... هساڻ وٺن ڪهڙو نڪ ڪٺي ويندس.... مون ڪي ڏسندا ته ڪاري سمجهي ڪهاڙين مان ڪڍندا.... پوءِ ڪٺي سامو جيوڻ هجي يسا پيو.... يارل جيئرو هجي ها ته به.... يارل پاڻ ڪهاڙي ڪٺي بيهي ها.... ۽ پنهنجي هٿن سان پورڻي، پوءِ وڃي ٿالي تي چڙهي ها ته پيڻ ڪي ڪاري سمجهي، خون ڪري آيو آهيان.... منهنجي قسمت....“

هاڻ تسه مهروءَ پنهنجي سڏڪن ۽ لڙڪن ڪي روڪڻ جي به ڪوشش ڇڏي ڏني. هسن جو سمورو جسم پئي لڏيو. لڙڪ هن جي ڳلن تان وهي، ڪاڏيءَ جي ٻنهي پاسي اجرڪ ۾ جذب ٿيندا ويا. هن جي دل فيصلو نه ڪري سگهي ته هو هن ڪي ڪيئن آٿت ڏئي؟ نه ته هو پاڻ بسه لڙهي ويدو ۽ روئڻ لڳندو. هن ان ڪاري ڪاريءَ واري امڪان تي سوچيو به ڪونه هو. جڏهن مهروءَ ڳالهه ڪئي، تڏهن ڪاري ڪاريءَ جي روايتن جو جِين هن جي اکين ۾ نچڻ لڳو. هن ان جِين ڪي ڏسڻ به نٿي گهريو. برابر، ڪاري ڪاريءَ ڪي راڇن جا راڄ ٿا مڃين.... پر مهرو ڪيئن ڪاري ٿيندي؟“

”پلا پوءِ....“ هن ڪي آخر فيصلو ته ڪرڻو هو.

”نورل، منهنجي قسمت هاڻ تنهنجي هٿ وس آهي....“

هسن هڪ ڏکيو سڏڪو ڀريندي چيو: ”هساڻ آئون تنهنجي ٻناري پئي آهيان.... وٺي ته مون ڪي ماڻهن ڇڏي اڄ ته اهي ڪهاڙين مان ڪڍنم، وٺي ته اها ڪهاڙي کڻ، ۽ تون پنهنجي هٿن سان پورو ڪرينم.... تنهنجي هٿان مرنديس ته ڏک ڪونه ٿيندم.... ياد اٿئي، ميڙي مسان موٽڻ وقت مون چيو هو تسه مري پوان ها ته ڪو ڪانڌي ٿيڻ لاءِ ته ترسي ها.... مو هاڻ تنهنجي هٿن سان مرنديس ته......“

هوءَ وري اڇي سڏڪن ۾ پئي. روئڻ جو آواز ٻيلي جي چپ چپات ۾، نورل کي ائين لڳو، ڄڻ سمورا وڻ ٽڻ روئڻ

ڪپڙ، لئيون، ڪرڙ، ٻير سڀ ڌڻي رنا. هاڻ لڙڪ هو پاڻ به روڪي نه سگهيو. هن لڙڪن کي روڪڻ به نه ٿي چاهيو.

”پوءِ مون سان جبل هلنديئن!؟“ گهڙي اڳ اهڙو ڪوبه سوال هن جي ذهن ۾ ڪونه هو. گهڙي اڳ اهو خيال به هن کي اچي ها ته هن کي پاڻ حيرت ٿئي ها. پر هاڻ جڏهن هن جي روح مان اهي لفظ نڪتا، تڏهن هن کي ڪابه حيرت نه ٿي. هن جي اندر جا سمورا طوفان بيهي رهيا.

”آئون.... تنهنجي.... ٻڌي ٻانهي آهيان.... تنهنجي گولي تي.... گذاريندس!“ ❋

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني ۾ چار "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ ۾ وڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چانڊَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ چڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ چُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ چُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ چڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽُر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)